



# سورهه سنڌي ادب




صاحب خان -سورهه- ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# دنيا دورنگي

از
غلام نبي خان "آغا"



سنڌي ادبي بورڊ
ڪراچي - حيدرآباد
پاڪستان

ٽئين ڇاپي جي پهرين ايڊيشن، ١٩٦٠ع، ڪاپيون ٻه هزار

قيمت ٠-١٢-١

ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال،
اسٽيشن روڊ، حيدرآباد سنڌ.

---

هيءُ ڪتاب م. ع. ڏيپلائي ”اسلاميه پرنٽنگ پريس“
ويسٽ ڪچا حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو، ۽ محمد ابراهيم
جويي، سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ ۽
ڪراچيءَ مان شايع ڪيو.

# ناشر طرفان ٻه لفظ

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقاءَ جو دارومدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. ڪي ڪي مذهبي ڪتاب برزبان ياد به ڪرايا ويندا آهن، ۽ انهن جي بروقت حفاظت جو اهو به هڪ طريقو آهي — پر ڪتاب مذهبي هجن يا خالص علمي ۽ ادبي؛ هڪ ڀيرو جيڪڏهين ڇپيا ۽ پوءِ ائين گم ٿي ويا، جو عام پڙهندڙن کي وقت سر انهن جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي، ته ڇنبو ته آهي ڪتاب ۽ منجهن جيڪو ادبي سرمايو موجود هو، سو هميشه لاءِ ڄڻ فنا ٿي ويو.

زنده ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايي کي ڪڏهين به ائين بيدرديءَ سان فنا ٿيڻ نه ڏينديون آهن — سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان نهايت آب تاب سان هميشه نڪرندا ئي رهندا آهن.

افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن، اڄ تائين ان طرف ايترو ڌيان نه پئي ڏنو آهي، جيترو کين ڏيڻ گهربو هو: نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سوين اهڙن بي مثل سنڌي ڪتابن جا نالا وڃي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن به قيمت تي پڙهندڙن

کي هٿ نه اچي سگهن، ۽ انهن پهو ڀانئجي، ڇو ته اهي
ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڏهين لکيا ئي ڪونه ويا هئا -
ظاهر آهي ته پنهنجي ادبي ورثي ڏانهن ايتري سرد مهريءَ
۽ اُن ڏانهن ايتري غفلت ۽ لاپرواهي نه ڪڏهين معافيءَ
لائق ٿي سگهي ٿي، ۽ نه وري اُن جي ڪڏهين ڪا مناسب
پورائي ئي اسان کان ٿي سگهندي. پنهنجن وڏن جي ميڙيل
چونڊيل اماڻت ماڻڪن کي انهن هٿن جي ذريعي ماٺ واريءَ
واڳ جيڪڏهن هميشه وڃائيندا ئي رهنداسين ته آخر ۾
سواءِ خالي هٿن جي باقي اسان وٽ ڇا وڃي بچندو، سا
ڳالهه سيڪو سمجهي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انهن ڳالهين کي محسوس ڪندي،
هڪ بنيادي مقصد پنهنجي سامهون هيءَ رکيو آهي،
ته ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنهن عزت ۽ احترام جي
لائق آهن، تنهن عزت ۽ احترام سان ٻيهر ڇپائي شايع
ڪيا وڃن، ته جيئن سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي هڪ
دائمي حيثيت باقي رهي سگهي. انهيءَ مقصد جي پورائيءَ
۾ بورڊ طرفان اوڏنهه ڪتاب: گل شڪر، حيات النبي، سير
ڪوهستان، بلو ڪوکر، گل ڦل، جهان آرا، سون ورنيون
ڏليون، راميلا س، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، هدايت الانشا،
گُل، ايسپ جون آکاڻيون، زينت، سيا جو سينگار،
خود ياوري، دلا رام، مقالات الحڪمت، تحفة النسوان،
شاهه ايليا، فيروز دل افروز، نيڪي بدي، سچي محبت،
گلن جي نوڪري، ٽي گهه، گليور جو سير ۽ سفر، ٽلسمن
عرف غازي صلاح الدين، دلپسند قصا، باغ ۽ باغباني،

۽ حسنا دلدار، اڳ ئي ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن، ۽ هاڻي ساڳئي سلسلي جو هي ٽيهون ڪتاب خدمت ۾ پيش ٿي رهيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ هن پنهنجي خاص اشاعتي پروگرام جو هڪ شعبو خاص اهڙن معياري مگر ناياب ڪتابن جي از سر نو طباعت ۽ اشاعت ۾ مصروف رکيو آهي.

نهايت خوشي جي ڳالهه آهي، ته انهيءَ پروگرام ماتحت ڇپيل ڪتابن مان ڪن جا ته ٻيا ۽ ٽيان ايڊيشن به بورڊ کي سال ٻن جي عرصي ۾ وري وري شايع ڪرڻا پيا آهن، جنهن مان عوام طرفان بورڊ جي هن ڪوشش جي قدردانيءَ جو ثبوت ملي ٿو.

مناسب سمجهجي ٿو، ته هتي بورڊ جي انهيءَ پروگرام جي سلسلي ۾ هڪ خاص چيز جو ذڪر ڪجي: بورڊ اهي ناياب ڪتاب محض جيئن جو تيئن ڇپائي ڪونه ٿو پڌرا ڪري، بلڪ انهن کي لائق اديبن هٿان نئين سر سنواري، طباعت ۽ ڪتابي اشاعت جي جديد تقاضائن موجب حتي الامڪان ناهي سينگاري، پوءِ شايع ٿو ڪري — ايتريقدر، جو ڪتابن جي هنن نون ڇاپن جي افاديت ۽ اهميت ئي خاص پنهنجي ٿيو وڃي ٿي.

بورڊ جو هي پروگرام ڪافي وسيع آهي، ۽ ان ماتحت سردست اڪيل ٻه سؤ قديم خواه جديد — مگر ناياب ٿيل — ڪتاب شايع ڪرڻا آهن. اميد آهي ته سنڌي ادب جا

ڀلي خواه، بورڊ جي هن ڪوشش کي همٿائيندا ۽ هن نيڪ مقصد جي تڪميل لاءِ بورڊ کي پنهنجي گرانقدر مشورن سان هميشه نوازيندا رهندا.

حيدرآباد سنڌ — محمد ابراهيم جويو،
٢٦ آگسٽ ١٩٦٠ع — سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ

# باب پهريون

## پڙدو پهريون

### باغ

* تون مالڪ جڳ، خالق، پرڀو تون آهين سرجڻهار، تنهنجو آڌار، اي ڪرتار!
توتي نثار لک لک ڀار، ڪرم ڌرم رک تون شرم جڳ ۾ ستار،
وه واه پياري گلزاري، قدرت جي گلڪاري، عجب اسرار تنهنجا غفار!
ٻانيون ٿا هر چمن ۾، هر ٻن ۾، هر من ۾ تون آن پرڀو پالڻهار!

رت آئي چمن ۾ باد بهاري آ، واه واه، واه وا، واه وا، واه وا، واه وا!
١- سوسن، سنبل، گل لالان، چمن ۾ محفل سينگاري آ، واه وا!
٢- چمپا، چنبيلي، آ نرگس اڪيلي، آ گل گل گلڪاري آ، واه وا!
٣- رنج و الم ويو "آغا" خوشيءَ جي هي تازي تياري آ، واه وا،

---

* ڳانو: سهيليون، طرز: "تون داتا جڳ، داتا".
ڳانو: مهلقا، طرز: "دن آيا بهار ڪا".

*گل لالان چمن ۾ ٽيسو ڪليو دل ساري سڪي ٿي بهار ڪي،
بن جاني - لاڏاني بن ڏيهان سڪي اڄ مينگار ڪي،
بلبل بولي يار جاني، آئي بسنتي آ،
دل گهبرائي، پيا بن "آغا" ساري سنيهو ڏيو يار ڪي!

مهلقا: اي زرينا، اڄ باغ ته ڏس ڪهڙو نه پر بهار آهي، هر نخل گل ۾ صنعت پروردگار آهي؛ هڪ طرف نرگس خبردار آهي.

ٻي طرف سوتي جي هوشيار آهي.
وه واه ڪهڙي اڄ باغ ۾ باد بهار آ،
لالا ڪري ٿي لاڏ، ڪرڙيو ڪنڌهار آ؛
بلبل کي لات وات آ، رعنا جي رات ڏينهن،
هي صحن سڄو زعفران ڪيو زرنگار آ.

زرينا: خوشي ڪان عندليب خوشنوا ڪجهه ٿي چوي بانو،
گلن کي گوش ۾ باد صبا ڪجهه ٿي چوي بانو.

مهلقا: اي ڪمبختو، پڙايو ته اڄ منهنجي حسن و جمال جو ڪهڙو خيال آهي؟

زرينا: سارا هه تنهنجي حسن جي، انسان ڇا ڪندو!
نيڻن جي اڳيان جلوه غزالان ڇا ڪندو!
قد تنهنجي اڳيان، آهه سرو حيا ۾،
لب لعل اڳيان، لعل بدخشان ڇا ڪندو!

حسينا: توکي حسن خدا آ ڏنو، اهڙو ته دلربا:
لالا به آهي خجل اڳيان تنهنجي مهلقا!

گلنار: بلبل چمن ۾ روز شب، آ مست ثنا ۾،

* گانو مهلقا، طرز: "جيا ترسے بدريا برسے مکڑی".

شمشاد آهي شرم ۾ ۽ سرو حيا ۾.

گلزار: مهتاب اگر رخ اچي تو سان ملائيندو،
ڀانو يقين چاڙ ته آهو منهن جي ڪائيندو!

مهلقا: اي گلزار وڃ سون لاءِ ڪو عشق پيچ جو گل چني آءُ.

گلزار: حاضر بندي تيار آهي، رڳو حڪم جو انتظار آهي.

(اندر شمشاد ۽ سندس ٽمبڪٽو غلام)

شمشاد: وه خوب خاصو خوشنما گلزار ٿو ڏسان،
گل ڪان سواءِ نه باغ ۾ ڪو خار ٿو ڏسان،
بلبل جي عجب رقص ۽ رفتار ٿو ڏسان،
سنبل کي مثل ڪاڪل خمدار ٿو ڏسان.

آ، ها — سڀڪو پکي خدا جي ياد ۾ الست آهي، وه واه جو باغ جو بندوبست آهي، مگر اي ٽمبڪٽو مهربان انسان جو پتو نه نشان، نه مالهي نه دربان.

(نظر پوڻ مهلقا تي)

وه واه هي ڪير ڪا حور آهي يا نار آهي يا پرين جي سردار آهي، جواني جي نشي ۾ سرشار آهي — حسن جي دماغ ڪان مغرور ٿي ڏسجي، البت عشق محبت ۾ چڪنا چور ٿي ڏسجي. اي عزيز ٽمبڪٽو، منهنجي عقل جو دفتر اڄ ناس ٿيو، دل کي وسواس ٿيو، عشق عقل تي غالب ٿيو، بلبل گل جو طالب ٿيو.

**بيت**

يا الهي نور آ، يا ماه پاره يا پري،
آ حسينن يار "آغا" دل اسان جي ڪئي چري،

گفتگو ۾ گلبدن جي آ صحر ڪو ساحري،
آ نکھ دلدار جي، تلوار خنجر يا ڇري •

ٽمبڪٽو : (الڳ ٿي) اڇو سائين، اسان جو ميان آقا صاحب گهڙيءَ جو گهوڙيءَ ۾ ميان چهرٻٽو سرڪاري انڊو بن فصل آلو جو پٽو ٻنجي پيو •

(شمشاد) سان) جناب عالي، وه واه اوهان جو خاندان پاندان — هڪ چنولي ڪٽولي پراڻي واڻ تي، وڃايو شان سان — هي ته اوهان جي سونهي اسان جان اي مهربان •

شمشاد : چپ ره ناٻڪار!

ٽمبڪٽو : حاضر سرڪار!

شمشاد : شڪر آ، اڪ ته ملي وئي خدا قادر آ، دل به ملي ويندي •

گلزار : (مهلقا سان) هئي هئي بانو، هتي هڪڙو سٺو چڪلو، چٽڙو رسالي جو گهوڙو، ڏندومشٽنڊو، ڪٽو آلوءَ جو پٽو بيٺو آهي!

* تون ڪير ڪير ڪير ڪير؟
تون ڪير، بشر هت آئين ڪٿان آئين،
چاهي تنهنجو نام، چاهي تنهنجو نام؟

شمشاد : (انتره) بلبل بيمار هان، طالب د يدار هان،
گلشن ۾ گل گل سي خسار هان!

سهيليون : تون ڪير ڪير ڪير......

* گانو سهيلون طرز : ”تو لا لا لا لا تو پر جام پلا.“

**بيت**

مهمان ڪري مون کي قضا آندو آ افسوس،
بلبل کي چمن ۾ رضا آندو آ افسوس!

ٽمبڪٽو: (سهيلي ۽ ساٿين) اڙي او لنڪا جي لنگور بيشعور، تنهنجو نالي مان چا ضرور، اهو آهي خلاف دستور، مهمان کي بي عزت ڪرڻ آهي منصفي کان دور. او سيني زور، ڇا سمجهو ٿي امان کي چور، جو ڪرين ٿي شور.

زرينا: (تال طبلہ) اڙي ڦنگي بد افعال، تنهنجو آهو آ زوال ۽ نڪر ٻاهر بد خصال، ڇو آئين گلزار ۾.

حسينا: (تال طبلہ) چل ڇهڙا چمار، هتي کائيندين مار، تو قريا آهن ٻار ڪي ڦورو بزار ۾.

ٽمبڪٽو: (تال طبلہ) واه شيطان جي خالو، تنهنجي نخري ۾ مصالح، تنهنجو هر هالو منهن ڪالو آهي ساري دربار ۾.

گلزار: (زباني) سر تي جناب جي تہ دستار ٻاري آ، پر پيٽ تہ مٽي جو ڪتبخاني جي الماري آ.

گلزار: نہ نہ ڪا عورت پيٽ واري آ، ٻا ڪا جلندر جي بيماري آ.

ٽمبڪٽو: توبهہ توبهہ الله زاري آ، رکو لعنت ۽ خواري آ. اي ميان جناب عالي، اوهان چيو تہ نہ دربان نہ مالهي آ؛ پر هتي تہ نڪري آئي سؤ مالي آ.

عشق نه شد — چني شد — عشق ڪيو اوهان موچڙا کائي ٺمبڪنو، قلم ويهون ٽيو گهر سان لاڳو، چور چئي ويو پاڻيو قابو.

مهلقا : (شمشاد سان) اوهان جو نالو مبارڪ اي زيشان.

شمشاد : بلبل مستان — حسن پرست انسان.

مهلقا : مڪان.

شمشاد : ڪوه ۽ بيابان.

مهلقا : وه واه، ڇا صاحب تجمل آهيو، مگر ڪهڙيءَ شاخ جا گل، ۽ ڪهڙي باغ جا بلبل آهيو؟

شمشاد : نه صاحب تجمل، نه گل نه صياد هان مون، صرف اوهان جي حسن جي باغ جو بلبل ناشاد نالي شمشاد هان مون.

ٺمبڪنو : (مخاطب پبلڪ) نه باندر نه ٻولو نه هاٿي نه گهوڙو، نه ڪرڻي نه گدرو نه عاقل نه پاگل — عجب طرح جو انسان آهين تون! بس يارو اسان جي ته شعر شاعري جي جنگشن اسٽيشن اچي ويئي.

(شمشاد سان) ليڪن ڪنهن ڏيکاريو اوهان کي هن انجمن جو رستو؟

شمشاد : ڪير ڏيکاري ٿو بلبل کي چمن جو رستو؟

مهلقا : اوهان جو زنانخاني ۾ اچڻ جو ڪهڙو ڪم؟

شمشاد : سڌ سر سبز سينگار جي حيران ڪان گهرجي پچڻ، ڪل ڪاڪل خمدار جي مستان کان گهرجي پڇڻ!

مهلقا : مان نه بلبل هان نه مون کي گلستان جو هوس، مان نه يوسف هان نه مون کي زندان جو هوس،

مان نہ مجنون هان نہ مون کي بيابان جو هوس.
مان دل ۾ انهيءَ عشق جي تمنا نہ ٿي رکان،
يوسف به اگر اچي تہ پرواهہ نہ ٿي رکان.
شمشاد: جنهن چاهہ ۾ پاڻي نہ آ، سو خوف جوئي ڇا ٿيو،
بي فيض اگر يوسف ثاني ٿيو تہ ڇا ٿيو.
جو بغير عشق جي انسان آهي، سو انسان ڇا بلڪ حيوان آهي.
زرينا: اي ميان مرد نيڪ نام، بندي کي اهو هار ڪر انعام، تہ ڪم ٿئي تمام.
شمشاد: ڇا انجام؟
زرينا: انجام ڇا، سچو ڪلام.
ٺمبڪنو: (مخاطب پبلڪ) بيشڪ گهر جو ڏوهي، گهر جو حجام، شاباس اي نيڪ نام، نمڪ حرام، شاباس!
شمشاد: آ- هاــ هار ڇا سر قربان آ.
ٺمبڪنو: (مخاطب پبلڪ) هان هان تنهنجي پيءُ جو ڪهڙو نقصان آ، ڏاڏي سائين جي فاتح حلوائي جو دڪان آ. بيشڪ لٽيو اٿي تہ سيکجهہ ڪرو، مگر ويچاري ٺمبڪنو کي ڏينهن مهل سو ٽيڻ ۾ ڀرو.
مهلقا: (شمشاد سان) هن حسن جو اڳي ڇو خريدار ڪونہ هو؟
شمشاد: هن عشق جو اڳي پرين آزار ڪونہ هو!
مهلقا: هن ناز جو جهان ۾ طلبگار ڪونہ هو؟
شمشاد: هي سينڌ سرمون جان من سينگار ڪونہ هو!
مهلقا: بلبل بہ اگر هوئي اڳي گلزار ڪونہ هو؟

شمشاد: جي هو حڪيم ڪو، وري بيمار ڪونه هو!
(انٽر مشتري)

مشتري: اگر هتي ڪا گهر ڏيڍائي آهي ته ان کي بندي جو سلام آهي.

زرينا: آخر ڪهڙو ڪلام آهي يا رڳو سلام آهي.

مشتري: هي عشق وارن جو پيغام آهي، يعني هي رومال بي مثال ۾ هي هار مهلقا جي عاشق زار دلفگار، محرم راز ممتاز ڏنو آهي، قبول ٿئي ناقبوليءَ سان دل ملول نه ٿئي.

ٽمبڪٽو: (مخاطب پبلڪ) اڇهو، جناب مون ته اڳي لي چيو ته هڪڙا خيال ۾، ٻيا پراڻي اسپتال ۾، (شمشاد سان) جناب اعليٰ، هينئر اوهان خير سان وڃي اباڻين وانگر هوا سان پيٽ ڀريو يا جلد اپيل ڪريو نه ته ڪيس ڪمت ٿو ٿئي.

مهلقا: قاصدا ڏي ڪا خبر اڄ دلربا دلدار جي،
ڪر حقيقت جلد ڪا ممتاز محرم يار جي،
درد ۾ دانهون ڪندي آغا گذاري رات آ،
جلد جانا لهه خبر ٻهر خدا بيمار جي.

هاءِ، هن پنهنجي لعل جي رومال کي دل سان لڳايان، اکين ۾ وڃايان، (روئندي) مون ته اصل ڪان پياري ممتاز تي حيران آهيان، مثل بلبل جنئن مستان آهيان.

* اي باد صبا، جلد چؤ دلدار ڪٿي آ،
پيغام آ جنهن يار جو، سو يار ڪٿي آ؟

*گانو مهلقا طرز: "الفت ڪو بڙا ڪرڪي ڪهٽانا نهين اچا"

هر دم تون مون کي ياد آن، منهنجي ب خبر کا،
غمخوار تو لذي ت هي بيمار کٿي ا؟
قاصد سکهو قريب جي کر کا ت خبر تون،
مون کي ٻڌاء منهنجو وفادار کٿي آ؟
قاتل مون گهڻيء دير کان گردن آ جهکائي،
مشتاق جي سا قتل جي تلوار کٿي آ؟
"آغ" بغير بلبل باغ سخن اندر،
اهڙن گلن جو ڪوئي خريدار کٿي آ؟

شمشاد: اها الاهي هي کهڙو راز فاش، شيشو پاش پاش ٿي پيو، ڇا اها ڳالهه اوهان کي منظور آهي، شايد اهوئي اوهان جو دستور آهي. اول هو انجام، هيئنئر هي کلام. افسوس!

بيت

مزو وڃو ملک مان يارو وفائي وئي هلي ساري،
محبت ناهه ماڻهن ۾ رهي ناهي وفاداري!

مهلقا: حسينن ۾ گر بيوفائي ن هجي ها،
برائي ن هجي ها ڀلائي ن هجي ها،
دنيا ۾ اگر پارسائي ن هجي ها،
ت هرگز خدا جي خدائي ن هجي ها.

شمشاد: جنهن کي درد دلبر جو انهن جي دل وٺڻ گهرجي
جنهن سر ساهه کيو صدقي انهن سان ڇا جنڱ گهرجي!

مهلقا: محبت ناهه جنهن معشوق کي مشتاق پنهنجي سان،
انهيء جو خيال اي نادان ن دل پرکو ڪرڻ گهرجي

شمشاد: خدا جي واسطي هرگز ن ٿي دلدار پٿر دل،

جڏهن "آغا" ڪري آزي، تڏهن تو کي ڪلئ گهرجي.

مهلقا : هي گفتگو بيڪار آهه!

شمشاد : انڪار ڇڏ،

مهلقا : تڪرار ڇڏ،

شمشاد : دل شاد ڪر،

مهلقا : آزاد ڪر.

شمشاد : دلفگار آن،

مهلقا : تون بدڪار آن.

شمشاد : اءِ پياري،

مهلقا : ڇڏ مڪاري.

شمشاد : ڇيو ميچ ڪٽي،

مهلقا : ٻاهر وڃ ڪٽي.

شمشاد : ڇو فضول ڳالهين کي ڏين ٿي طول، منهنجو وصل ڪر قبول. جواب ڏي، شتاب ڏي نه دل کي پيچ و تاب ڏي، نه رنج بي حساب ڏي، نه مون کي اضطراب ڏي.

مهلقا : اهوئي جواب آ - جو سڀ کان نيڪ جواب آهي، گرچه عشق جي هان ستائي، مگر معشوق هان پرائي.

شمشاد : عذر ۾ عذاب آهي، جواب لاجواب آهي جو ڪجهه تنهنجو خيال آهي، سو خيال ئي محال آهي.

شمشاد : محال ڇا ڪمال آهي، ڪمال لازوال آهي، واه، عجب بيوفا زن آهين تون،

مهلقا : نهايت مرد بدچلن آهين تون.

شمشاد : اي پياري اگر مون سان واصل ٿينديءَ ته

منهنجي تمام دولت توکي حاصل ٿيندي .

مهلقا : قارون کان زياده منهنجي خزاني ۾ مال آهي، هي تمام مڪان منهنجو زر و جواهر کان مالا مال آهي.

حال ڇا آخر ٿيو هن بد افعال جو،
عيش ڇا قارون ڏٺو پنهنجي مال جو.

شمشاد : ڀلا ٻڌاء ته فائدو ڇا اهڙي ناداني ۾،

مهلقا : پيش اچي ٿو آهوجو ڪه نوشته آهي پيشانيءَ ۾،

شمشاد : طالب وصل هان يوسف مثل انڪار نه ڪر-
آهه زليخا جو قسم!

مج مجنون جو ٿيو، حجت و تڪرار نه ڪر، توکي ليلا جو قسم!

شمشاد : هن دل کي مصيبت ۾ ڦاسائڻ نه چڱو آهه،
ڪنهن بيوفا سان عشق لڳائڻ نه چڱو آهه.
مون سان رکين ٿي رنج ڪرين پيار ٻين کي،
هن ريت قتيل دل کي ستائڻ نه چڱو آهه.
هر وقت مون کي ڏس نه پياري تون رنج مان،
زخمي جگر کي پيار ڏکائڻ نه چڱو آهه.
اي دوستو هيٺن لکجو سنگ لحد تي،
آه موت چڱو دل جو لڳڻ نه چڱو آهه.
رهه رمز سان اي "آغا" تون پيار دنيا ۾:
هن عشق جو قصو ڪو ٻڌائڻ نه چڱو آهه.

مهلقا : هن لعنتي تي قهر خدا يا شتاب ڪر،
يا آتش غضب کان جلائي ڪباب ڪر.
ناپاڪ ڇُهه نه دامن عصمت کي تون وري،

ظالم ذرا تون دل ۾ خدا جو حجاب ڪر.
ممتاز دلنواز جي هان باغ جي بلبل،
مادر هان تنهنجي مون کي نہ ظالم خراب ڪر.
مولا اچي بچاء تون ظالم جي ظلم کان،
مشڪل ۾ مدد ڀهر خدا بوتراب ڪر.

مهلقا : (زباني) اي لعنتي مردود عزت کان بي زار، ذلت جا خريدار! جا آءٌ پنهنجي پياري ممتاز دلنواز سان بيوفائي ڪندس ۽ توسان قسمت آزمائي ڪندس؟ نہ نہ، هرگز نہ!

شمشاد : چا، ممتاز بد ذات منهنجو رقيب. آف! غضب، هڪ چال تہ اهڙي دشمن جي منهنجي دست کان هيئنر رهائي نہ ٿيندي.

مهلقا : جو ڏيندو اذيت تہ پائيندو ذلت،
برائي ۾ هرگز ڀلائي نہ ٿيندي!

شمشاد : صياد عنادل کي جو آزار ڏي ٿو،
مون کي بہ لاء گل جي ڪنهن خار ڏي ٿو.
هن روسيہ رقيب تي خنجر وهائيندس،
خوراڪ ڪانئيندس جڏهن دشمن کپائيندس.
(ايگزٽ)

## پردو ٻيو

### مڪان ٽمبڪٽو

(ٽمبڪٽو کي سندس ٻيبي ماريندي ٿي اچي)

### ٿال طبلہ

د لربا: منا آلو ٻيچيا، تنهنجا آئي آهہ قضا،
ماريا مار کائيندين، ڏنگي ذلت پائيندين،
هٽ حرامي، مرئي ماسي!
ٽمبڪٽو: مرئي امان جان!
د لربا: هل هل، ڪوڙا منا ڀلا، موذي بي ايمان!
ٽمبڪٽو: ڪيڏان تنهنجو جان،
د لربا: نڪر اي شيطان!
ٽمبڪٽو: يا رب هي رنگ نرالو، ڳڙڙ لڳي کھالو،
شيطان جي آهہ خالو، ڪمبخت جو منهن ڪالو،
رنڍي آ مشٽنڍي آ، يا حلوي جي ڪا هنڊي آ،
يا ڦاڻڪ جي ڪا جهنڊي آ، ڇيا ڪٽ ڀٽ آ،
ڇا مٽ ڀٽ آ،
ڇا ڳڙهڙ آ، ڇا سڙهڙ آ، ڇا رڳڙو جهڳڙو ٽنٽو آ.
ٽمبڪٽو: (مخاطب پبلڪ) اي يارو، وات نہ ڦاڙيو، اوهان ني بہ شال خدا صاحب اهڙا اوچتا موچڙا نازل ڪندو، پوءِ قدر پوندو — آمين!

سچ آ، دل ڏيڻ اڄ زال کي آهي ائين،
ڄڻي هٿان ڏاڙهي پٽائڻ آهہ جيئن.

(دلربا سان) اي ٻيبي ڇڪوڙي، تنهنجي نڪ ۾ نوڙي، تو ته منهنجي نڪ موچڙن سان نوڙي، گردن مروڙي، مگر..........

دلربا: بس، اگر مگر او ٻي خبر، ٻي ڳالهه نه ڪر، جلد ايڊورڊ شاهي ڪڙڪاءِ، پوءِ وڃي ڏوڙ منهن ۾ پاءِ.

ڏمبڪنو: اي گل رعنائي، تنهنجي اها ڳالهه منهنجي عقل ۾ نه آئي.

دلربا: نه آئي ته پاءِ منهن ۾ ڇائي، ڪا ادائي، مٺا موٺا، ڏندا ڏونڪا، پينگ کوٺي جا موٺا، گهر ۾ نه لڪڙي نه لٺ، نه جانور نه اٺ، ڏ ڪاٺ لاءِ رڪابي نه وٺو - تون آلو جو پٺو! رڳو آڪڙ باز خان، نه مان جي نه شان جي، پڇان زمين جي، ته ٻڌائين آسمان جي (چادر ڇني هٽيس).

ڏمبڪنو: اي ٻيبي، بعضي عورتن جو پير منحوس ٿئي ٿو، يعني جيڪا بد بخت عورت گهر ۾ آئي ته سڀ ڪمائي ويئي اجائي، گهر ۾ الله جو نالو صفا صفائي، يعني بلڪل نپٽ، اڳيون پويون مال صفا چٽ.

دلربا: ڇا مٺا، آءٌ منحوس، يا تون ڪنجوس!

ڏمبڪنو: بس، بس، ٻيبي، غصو معاف ڪر، دل صاف ڪر، اي پياري جان تنهنجو الله نگهبان - اڄ ڪالهه ڏڪار جا ڏينهن آهن، وڏا وڏا زميندار، جاگيردار، خاندان، ماندان پرائي ڪٽ جا واڻ به، پنهنجا پراوا گڏهيون گهوڙا - رليون ڏوڙا وڪڻي گذران ٿا ڪن، پوءِ ڇو نه اسان غريبن جو ڪيئن گذران ٿيندو.

دلربا: مٺا، اهي ڪاغذ جون ڪنيون ڪوٺا ڏينهن

چاڙهيون اٿني، هتي خرچ ڪيل، نه ته اڄها ٿي ڪوڙيءَ مان ڪپهه ڪيانءِ.

ٺمڪتو: ٻيبي آءٌ ته آهيان مرد سپاهي، خرچان نه هڪ پائي، ڪڏهن دال زري گهرائي، هڪ روٽي به پچائي ٻچي ته ٻچائي، نه ته سڀ وڃان ڪائي.

ڇا آءٌ ڪمائي ڪري نٿو سگهان؟ پر پياري (امان جان) توبهه توبهه پياري جان ڇا ڪيان! توکي اڪيلو ڪيئن ڇڏي وڃان، دل نه ٿي گهري، متان منهنجي پر پٺ ڪو مٺو ملعون توکي مٺو محبت جو معجون ڪرائي، ڪم ۾ ڪٽر مٺر شٺر وجهي نه ڇڏي، مگر في الحال ته گهر جو سڀ سامان پياري جان ڪيون ٿا چٽ نيلام، پوءِ به آن ڪه باشد ديده شود.

دلربا: مٺا مشنڊا، چڪر ڏنڊام گهر ۾ سامان وري ڪٿان آيو؟

ٺمڪتو: اڙي، واه ڙي واه ڏاڏي جي ڏاڏي، تون ته ڏاڍي هوشيار خبردار آهين، پر ٻيبي مون به آدمي جوڙو، مگر وڏو احمق عقل جو موڙو، صفا سوڙو، پنگ جو لوڙو آهيان، مون کي ساري خبر آهي، ساري عمر جي ڪمائي سا ڪٿي ڇپائي، ڀلا اڄهو مان آڻي تو ڏيکاريانءِ.

(ايگزٽ)

(وري طبلو، سارنگي، رليون گود ڙهون ۾ هڪ ڪتو به آڻي ٿو)

(تال طبلہ) (دلربا ماريس ڏي، هو ڪٿي جو ٻچ لو چڪي)

دلربا : مٺا، پاڙيا بدڪار، مون کي اچي خار،
چنو ڏيانءِ مار، يا ڪهانءِ تلوار سان؟

ٺمڪڻو : اڙي توبهه، منهنجي مائي! پٽ ڏاڙهي نه اچائي، تو ٺڪڻ آءِ تپائي؛ منهنجي موڇڙن جي مار سان. پياري دلربا هي سامان ته گهر ۾ پئي پئي خراب ٿو ٿئي، بندي جي مرضي آهي ته سارنگي، طبلو، وغيره وغيره، سڀ سيٺ سيتل رام جي دڪان تي وڃي ٿوگروي رکان، يا بيهي ٿو در تي لکي ڏين وار جو واڪ ڏيان؛ پوءِ خدا مالڪ آهي گهڻائي شوقين، وڪيل وڏا هي پڙڙيون پڙڙا وٺي ويندا. پوءِ بيبي خوب ٻه چار ڏينهن پنگ پهڙا، رهڙا شهڙا ڪندا سون، ها ني، بيبي؟

دلربا : ليڪن ميان هي ڪتو وري کهڙو وبال آئي وڌءِ.

ٺمڪڻو : هه هه، هه هه—پياري هي وبال ناهي؛ منهنجو هندپوال آهي، مان نه هجان ني بيبي، ته هي اوهان جو ٺي مال آهي. مگر اي جان سن هاڻي جلد ڏي هي سامان ڪڻ ته لکيدر تي هلون.

دلربا : ميان مون کي ٻڪن ۾ مرڻ منظور آهي،
مگر سامان ڪڻڻ کان نهڪر ضرور آهي.

ٺمڪڻو : توبهه، توبهه، چا بيبي، مون کي وري ڪو خراساني گڏهه لڌو اٿئي! جڏهن پلا پياري هي رليون بغليون مان ٿو کڻان؛ هي طبلو سارنگي تون پئيءَ تي سٽ. مگر بيبي رستي ۾ مدد ڪرائجانءِ، نه ته سڀ سامان سٽ؛ بازار ۾ ڦٽي ڪندو سانءِ.

( ڳانو ٽمبڪٽو ۽ دلربا )

دلربا : ڇو ٿو ناحق ڪرين تون ٻهانا،
توکي ناهي شرم ڪو ديوانا!
زلف سينگاريا پنهنجا مشڪ خطن مان،
سيج سنواريان پنهنجي پيا جي گلن مان.

ٽمبڪٽو : جاني جاني تون ديواني، ڇڏ مستاني – هي ناداني.

دلربا : هل هل تون مٺا مستانا، ڇو ٿو ناحق......

ٽمبڪٽو : پياري آءٌ تون، گلي لاءِ مون،
ڏي کو ٻوسو پياري جان،
صدقي تونان دين ايمان،
مون تي ٿي تون مهربان،
تون آن گل، مان باغبان.

دلربا : نه، ناحق ستاءِ اي شيطان!

## ٻردو ٽيون

### باغ

( ڳانو سهيليون ناچ مان )

گلشن جوبن تي آ وه واه سنيان ڇوم ڇنانا نا ڇوم ڇنانا نا،
وه واه سنيان گلشن شاد شاد و جهوم جهوم جهوم وه واه سنيان.

چوم چنا نانا چوم چنا نانا وه واه سنيان گلشن ۾ مچايون
جان ڏوم،
ڏوم وه واه سنيان چوم چنا نا نا، چوم چنا نا نا وه واه
سنيان.

گلشن تي چمن تي آ وه واه سبزي ڇائي آئي بلبل،
هر گل تي قري جهوم جهوم، وا گلزاري هي ساري،
آ پياري آ ڦلواري دلداري گلڪاري آ نياري،
واه چنپا چنبيلي البيلي کلي وه واه نرگس و سوسن،
آ شاد و خندان آها ها وه واه واه.

چوم چوم چڙم چوم چوم چڙم چڙم چوم چڙم چڙم،
وه واه سنيان چڙم چنا نا نا چوم چنا نانا.

گانو مهلقا: گل آ مثال خار هي منظار ڪر نه آ،
بي لطف آ بهار سڀو بهار ڪر نه آ،
مينا شراب ساغر و ساقي ٻه آ تيار،
بي آب ها محفل آ غمخوار ڪر نه آ.
بي ڪار لاڏ لالا ۽ نرگس جو ناز آ،
بلبل جي رمز رقص ۽ رفتار ڪر نه آ.
هي باغ و چمن بلبل بن بار چا ڪباء
ساجن جي انهيءَ صحن ۾ گفتار ڪر نه آ.
بي بوسه و ڪنار اي "آغا" نه آ مزو،
بي چين دل آ پهلو ۾ دلدار ڪر نه آ.

مهلقا: پياري زرينا جنهن گل کي ڏسان ٿي سو
پنهنجي رنگ ۾ قدرتي نمائش جو جلوو ڏيکاري ٿو،
ڪجهه اشارن سان سيکاري ٿو) جا تازي ۽ شاداب ڪلي

آ، صنعت ضايع ازلي آ، جو آغوش شاخ گل ۾ پلي آ.

صبا جي هير پنن کي ڦڙڪائي ٿي، بهار جي واءُ ٿارين کي ته ڏس ڪيئن ڪڙڪائي ٿي.

زرينا: بيشڪ هي هوا خفقان عشق جي دوا آهي، سچ هي چمن زار آهي يا ڪو قدرتي اسرار آهي، جنهن ريت هي ڪارخانو گلزار آهي، تنهن ريت بانو زماني جو ڪاروبار آهي.

گلنار: يعني جتي گل آ اتي بلبل مستان آ، جتي شمع اتي پروان آ، پر جي حياتي باقي آ، ته بهار اوطاقي آ.

مهلقا: افسوس اهو ساغر اهو ساقي آ، مگر پيارو ممتاز باقي آ.

گلزار: اي پياري، سون صدقي سون واري، بيشڪ هي بيقراري ٿي وصل اصل ڪم نه ٿيندي، مگر:

بيت

عشق ۾ گهرجي صبر نه بيقرار ٿي،
اميد رک الله ۾ اميدوار ٿي.

( اندر ممتاز )

ممتاز: تنهنجي حسن چاهه جي صدقي تنهنجي ارمان جي صدقي، صنم آءُ هان فدا تو تان، خدا جي شان جي صدقي.

مهلقا: وڃي شل جان منهنجي هي اوهان جي جان جي صدقي.

(پاڪر پائن ٿا)

* هاء واري وچان مون تو تان ساري ستايو نہ دل سنيان،
آءُ جاني، يوسف ثاني، ڪنعاني.
اي جاني هان مستاني، مستاني هان مون جاني،
ديواني هان مون جاني، بلبل مان بي گل هان پياري.
هاء واري ............

♦ مون کي ناز تنهنجي جو قسم تنهنجو ڏيان ليل و نهار آ،
منهنجي جاء پياري جان من يا ڪوچہ تنهنجو يا مزار آ،
ڇيو عندليب خوشنوا، ڏيان آگ گلشن کي صدا،
بلبل کي اڄ گل کان سواء گلزار مثل خار آ.
آ گل کي غيرت دلربا، تنهنجي حسن تي اي مهلقا،
ڪٿ گل پر رنگ و بوء آ، تنهنجو گل کان مٺو عذار آ.
هي ابرو تنهنجا اي پري، تلوار خنجر يا ڇري،
اي ماه طلعت مشتري، تنهنجو سپ کان سرس سينگار آ.
تنهنجا نين نرگس جان من، تنهنجا زلف مٿ مشڪ خطن.
"آغا" ڇيو تي هئن گلن، تنهنجي رخ کان تازه بهار آ.

( دور شراب )

مهلقا: جلد ساقي ڪر عطا ساغر صنم جي واسطي،
ساقيا مون شوق ناهي جام و جم جي واسطي.
ممتاز: دام دهرا تن وجهي دلدار دل کي قيد ڪيو،
زلف زنگي جي ڇڏيا تو پيچ و خم جي واسطي.

---

* ڳانو مهلقا: طرز: "هاء سنيان پڙون مين تيرے پنيان"
♦ ڳانو ممتاز: طرز: "تيري ذات پاڪ هے اي خدا تيري شان جل جلاله"

(جام وٺي) ڏي پيالو پُر ڪري اڄ يار ساقي جلد ڪر،
شوق ڏي دل ٿي گهري اڄ يار ساقي جلد ڪر.
گلزار: مست سرو و مست ڪرنو مست لالا باغ ۾،
مست بلبل ٿي ڳري اڄ يار ساقي جلد ڪر.
ممتاز: مست بلبل مست گلگل مست "آغا" باغ ۾،
مست ساغر ڏي ڀري اڄ يار ساقي جلد ڪر.
مهلقا: بهار آئي دل غمگين ڪيو اڄ سير گلشن جو،
صنوبر سرور عنا جو سنبل لالا ۽ سوسن جو.
ممتاز: ڌڪ جو هان نڪي ٿن جو، هنن سينن جو هان عاشق
نزاڪت جو، ۽ نخري جو ۽ رخسار حسينن جو.
(جام نوش جان ڪرڻ)
ممتاز: عمر ساري رهيو دل ۾ هنن جو شوق اي پياري،
سخن جو، شعر جو، گل جو، سدا معشوق گلبن جو.
گلزار: اصل ڪان عشق سهڻن جو، هنن سينن جو آ دشمن،
جگر جو جان دل جو عقل جو ۽ بدن تن جو.
ممتاز: ڏسي محبوب کي مون سان ڦيو رنگ زرد اي "آغا"،
مڪارن جو، حسودن جو، ۽ دشمن جو رقيبن جو.
ٽمبڪٽو: (ونگ سان) منو معشوق نشون منهنجو
هنن سينن ۾ آ قابل،
ڌڪڙجو راڳ باجي جو ادا سردار ٿن ٿن جو.
ممتاز: رکيج لاج جڳ ۾ اي باري اسان جي،
آ دشمن کي گهر انتظاري اسان جي.
امن ۾ الاهي ته "آغا" کي رک تون،
بچي آبرو شل پياري اسان جي.

مهلقا : اي منهنجي گلستان جا گل، بوستان جا بلبل هي ڪهڙو خيال پرملال دل تي آيو، جنهن هن عيش ۾ اوهان جي رخ جو رنگ ڦيرايو، بنديءَ جي جان حيران، دل پريشان ٿي ٿئي، براءِ خدا جلد بيان ڪر ته دل بيقرار قرار پائي.

ممتاز : ڪنهن طرح بيانسور ڪري هي دل ويچاري جان من،

ڇا چوان مون دل سندي اڄ بيقراري جان من
ڏوه منهنجو ناه پياري قسم آ الله جو،
دل ڳنڍي تو ساڻ بيوس دوستداري جان من.

مهلقا : عشق کان خالي نه آهي ڪو به پيارا آدمي،
عشق ۾ ڪهڙي پوءِ آهي شرمساري جان من.

ممتاز : اي باغ حسن جا شاداب گل، ڇا توکي خبر ناهي ته هي بدبخت شمشاد ناشاد ڪم اصيل اسان کي ذليل ۽ برباد ڪرڻ ٿو چاهي. خير فڪر نه آهي، شايد هو جلد ڪو مڪر جو جار ڦهليندو، اسان جو ترت تڏو ويڙهيندو، ضرور فتنه فريب جاڳائيندو، اسان کي مصيبت ۾ ڦسائيندو، خير، گرچ هو اسان جي تمنائن تي خنجر وهائڻ لاءِ ڪوشان آهي، ته اسان جو به مولا نگهبان آهي.

عدو گر لک برو چاهي، مگر پرواه ڪا ناهي،
ٿئي آخر اهو ٿو جو ڪه منظور خدا آهي!

مهلقا : ليڪن خصومت جو سبب ڪهڙو؟

ممتاز : عشق ۽ محبت تي جهيڙو.

مهلقا : ڪيو سبب؟

ممتاز : ڇاڻي ٿو رب .
مهلقا : آخر حقيقت ساري؟
ممتاز : عياري، مڪاري، بدڪاري .
مهلقا : پوءِ ڇا خيال آ؟
ممتاز : مدد ذوالجلال آ.
ممتاز : خداوند مددگار آ، تہ ٻيڙو پار آ، دشمن خوار آ. دشمن چہ ڪند چون مهربان باشد دوست .
ٽمبڪٽو : (ونگ مان) هان، هان! ترڪش چہ ڪند چون مهربان باشد روس .
ممتاز : (پاڪر پائي) خدا يا تو هجين هردم محب منتار جو حافظ،
سنسور مهلقا محبوب منهنجي يار جو حافظ .
متان دشمن دغاڪن ڪاٿي پرتوپردن منهنجو،
عجيبن جي الاهي تون هجين هروار جو حافظ .
(ممتاز ايگزٽ)
مهلقا : الله نگهبان تنهنجو اي دل جاني،
هر جا گل بهار هجين يوسف ثاني!

## پردو چوٿون

### مڪان شمشاد

(انٽر شمشاد ۽ ٽمبڪٽو)

شمشاد : تون ڪشتي راحت تہ آءٌ طوفان بلا هان،
تون عيش جي دنيا آهين، آءٌ تهن ۾ وبا هان.

تون حرص جي دنيا آهين، آءُ دوزخ جي هوا هان،
تون خرمن عشرت تہ آءُ برق قضا هان.
هاءِ جڏهن هو گل غير جي گلي جو هار آهي،
تڏهن هن بلبل جو جئڻ دشوار آهي.
شمشاد: اي ٽمبڪٽو؟
ٽمبڪٽو: جيءَ حضور!
شمشاد: افسوس!
ٽمبڪٽو: صد هزار افسوس!
شمشاد: چا چوان؟
ٽمبڪٽو: ڪجهہ نہ چؤ.
شمشاد: چا ڪرڻ گهرجي؟
ٽمبڪٽو: منهن ڪارو ڪرڻ گهرجي.
شمشاد: دل کي وسواس آ،
ٽمبڪٽو: حضور جي ستياناس آ.
شمشاد: جو بد افعال ٿئين ٿو،
ٽمبڪٽو: جناب جو عشق جي جنجال ۾ پوي لو،
تنهن جو اهو ئي حال ٿئي ٿو.
شمشاد: تو کي منهنجي حال تي رحم اچي ٿو،
ٽمبڪٽو: بيشڪ نهايت سخت رحم اچي ٿو.
(علحيده) کهڙي مردود کي رحم اچي ٿو،
بندو تہ رڳو پيسن جي هونءَ تي نچي ٿو.
شمشاد: ڪوئي علاج بيان ڪر،
ٽمبڪٽو: وڃ ٺڏي پاڻي سان شنان ڪر.
شمشاد: انهي سان چا ٿيندو؟

ٽمبڪٽو: مرض سان گڏ مريض به غرق ٿي ويندو!

شمشاد: چپ رهه نامعقول...

ٽمبڪٽو: (علحده) بيشڪ، جي نوڪر نامعقول، ته مالڪ اسٽوپڊ فول! (شمشاد سان) دارون ته آمون وٽ، هن درد سور جو، سمجهو غلام آ هي مطلب حضور جو.

گرچ هي پوشيده سوال آ، مگر حضور جو خام خيال آ. ڇا هي ڪم ٻندي جي اڳيان محال آ؟ هرگز نه — وليڪن ذرا ايڊورڊ شاهي ڪي ڪڙنگا شڙنگا ٽڙنگا فرمايو، ته اهڙي وجي ٿو گنڊ منڊ شنڊ لڙايان، جو سيڻي ڪي ٻن فصل آلو جو ڀڻو ٿو ٻڌايان. پوءِ دريااهه لعل ڪندو بيڙو پار آ، ٻندو به تيار آ. نه ته وڃي ابابيلن وانگر، هوا سان پيٽ ڀريو — ڇئو کهڙو خيال ٿا ڪريو — آيا خيال شريف ۾؟

شمشاد: اي عزيز ٽمبڪٽو، ذرا بي ڳالهه ته ٻڌ...

ٽمبڪٽو: نه نه جناب، بيءَ ڳالهه ٻولهه جو ضرور ٻرور ڪونهي. جي رپين جي گفتار آهي ته ٻندو به ٻڌڻ لاءِ تيار آهي؛ نه ته ڏُٻري سَٻري ڳالهه ٻندو هڪ ڪن ڪان سڻي، ٻئي ڪن ڪان ڪڍي وي. بي. آنپيڊ پارسل ڪري ڇڏيندو!

شمشاد: تڏهن تون رڳو رپين جو بکيو آهين؟

ٽمبڪٽو: ڇا، تڏهن دلالي ڪرڻ ڪا سولي آهي؟ هي سڀ پيٽ جي هچا آهي، جو اسان جهڙا ڪيئي خاندان ماندان چڪلن ۾ ٿا ڪن ملام! هاءِ پيٽ، واءِ پيٽ!

ڀارو هني پيٽ آهي يا ساڌ ٻيلي جو پيٽ آهي!

شمشاد: چڱو اي نيڪنام، انجام آهي؟

ٽمبڪٽو: انجام خام آهي، ڪوڙو ڪلام آهي. نقد هؤ سنب هؤ، آڌارهؤ فسادهؤ. ذراڳرتڙي جو منهن کوليو، پيو ٻول نه ٻوليو. اڳيئي گهر ۾ بيبي ڪالهوڪر موچڙن سان ٻندي جو تارون تري ڪري ڇڏيو آهي. جي هن دفعي ڪيسي خالي، لا اُبالي وياسون، ته ڏاڙهيءَ سونهاريءَ جو خدا حافظ هوندو!

شمشاد: اي نمڪ حلال، في الحال نقد پيسو ڪونهي.

ٽمبڪٽو: جناب اعليٰ – جي ڏيوالو ڪڍيو اٿو، ته اها ٽوپي ۽ ڪوٽ ڪٿي عنايت فرمايو!

شمشاد: اِهي تنهنجي کهڙي ڪم جا ٿيندا؟

ٽمبڪٽو: واه صاحب، لڪيدر تي بيهي نيلام ڪندس! جي ڪنهن نه ورتا ته، بيبي سياري جو چلهه تي ٽورو ٽڪورو ڪندي آهي، آهو پائخانو ڪٿي هنن سان صاف ڪندس!

(شمشاد پيسا ڏئيس ٿو)

ٽمبڪٽو: ه، ه، ه، ٻندي جو ته هردم جناب جي اڳيان نياز جو سلام آهي – ٻندو ته حضور جي پيءَ، ڏاڏي، پڙڏاڏي، تڙڏاڏي ٻلڪ سادن ستن پيڙهين جو غلام آهي. هينئر اهڙو ٿو سيني جي اکين ۾ گٽر مٽر شٽر جو مصالح پيهين ٻرڪيان، ۽ اهڙو ٿو گهر ۾ گڙ ٻڙ گهوٽالو وجي وجهان، جو سيني کي صفا چٽ آلو، عقل

جو سالو بي تالو نہ ٻڌايم تہ ٻنڌي جو ڏمو!

شمشاد: آفرين، اي عزيز ٺمبڪٽو آفرين! مون کي هينئر رخصت آهي هي اوهان جي خدمت آهي. (پيسا ڏئي ٿو) (ايگزٽ)

ٺمبڪٽو: يارو عشق وہ چيز هي جو پٿر کو آب کري،
لگتا هي اسکو، جسکو خدا خراب کري!

خير اسان جو ڇا؟ سوال ندارد، جواب ندارد؛ فتوا فيصلو في الحال ندارد. (ويهي ٿو)

(در جو کڙڪو)

آواز: جناب اعليٰ دروازو کوليو!

ٺمبڪٽو: اجهو، وري ڪا بي مصيبت نازل ٿي– فقير صاحب، معاف ڪيو... پيسو پڳل ڪونهي.

آواز: فقير ڪين آهيون. دروازو لاهيو...

ٺمبڪٽو: فقير ڪين آهيو، تڏهن اسان جا گُرُ پير آهيو؟ اي ميان، ڪو جن آهين يا انسان، يا ڪو مڻو شيطان؟ اول نالو مبارڪ ڇاٽي ڇڏيو، تہ پوءِ دروازو کوليون؛ حسُن جو ملڪ ۾ هُل آهي!

آواز: آهوئي اوهان جو جهونو دوست!

ٺمبڪٽو: (علحده) خدايا، هي وري جهونو دوست کهڙي جهنگل جي سوراخ مان نڪري آيو! اڙي دوست، خدا جي فضل سان هت سڀ صحيح سلامت جيئرا جاڳندا آهيون؛ ڪو مڻو ڪونہ آهي– نہ ڪانڌي ٿا ڪارايون، جو اوهان بہ دعوت جو ٻڌي تبخ ڇنڊ آيا آهيو! (علحده) واه، چڙهيون چلهيون ڇڪاسي، چور يا ٻلا!

آواز: اول دروازو کوليو، پوءِ احوال بيان ڪبو.
ٺمبڪنو: (ايگزٽ ــ در لاهڻ)
(انٽر جميل)

جميل: السلام عليڪم اي مهربان.

ٺمبڪنو: وعليڪم السلام، خاندان، پاندان، بي نام و نشان، هينئر ته ڀلا ٻڌايو ته ڪهڙي طبيلي جي رهڻ وارا آهيو؟

جميل: اي ٺمبڪنو اصيل، بندي کي سڏيندا آهن جميل، ابن خليل.

ٺمبڪنو: اڙي ڏار معاف ڪجو، مون کي البت ٻري ڪان ماڻهون سڀتو انسان به ابتو شيطان نظر ايندو آهي!

جميل: تڏهن ته ميان ڪا پٽ جي نيلامي عينڪ ڏاريءِ!

ٺمبڪنو: جناب اعليٰ ڳالهه ئي نه پڇو، بندي به پنهنجي عينڪي انڊن جي ريس تي هڪ سونن مڳن سان عينڪ ڏاري هئي؛ پر يار، گهر جو وڃان ته ماءُ، پيءُ، زال سڀ هڪ جهڙيون نظر پيئون اچن!

جميل: ليڪن اي نيڪ نام مهربان، شمشاد جو ڪو پتو نشان؛ مون کي سندن ملاقات جو خيال آهي، اهو سمورو احوال آهي.

ٺمبڪنو: جي، جناب جن جو اهو خيال آهي، ته بندي کي ڪهڙي مجال آهي؟ اجهو ٿو ڪين حاضر ڪيان. هينئر اوهان جون اکيون، اسان جون لتون، هيءَ جاءِ پنهنجي چاڻو، مگر جي گهرندؤ آب داڏو ته حضور پاڻ آهه سياڻو، ڦينڪيو ناڻو، ته سارو لاڙڪاڻو اوهان جي ٻلي!

جميل : نہ نہ، رڳو دوست جي ملاقات جي آرزو اٿم.
ٺمبڪنو : (علحدو) سڄڻ پڇيو ٻڪين ڪان تہ عيد ڪڏهن ٿيندي! هت تہ جيڪو اڇي مٺو مڪڙ، سو روز ازل ڪان ڦاڏ ڦڪڙ؛ نہ سارنگي نہ ڏڪڙ، رڳو اڇا ڪپڙا ڪيسا خالي، لا ابالي، ماڻهن جي ليکي ملڪ جو والي.
(جميل اتي ترسي ٿو) (ٺمبڪنو ايگزٽ)

# پردو پنجون

## رستو

گانو — شمشاد :

بيوفا هڪ يار جي هان مون طلبگار منجهان،
سنگدل صياد هان مون نؤ گرفتارن منجهان.
تو ڪئي ڪم يار الفت، مون وڌائي دمبدم،
بيوفا تئين تون منا، ۽ مون وفادارن منجهان.
يوسف ڪنعان کي ڪيو جيئن زليخان هو خريد،
تيئن منا تنهنجي مون آهيان، خودخريدارن منجهان.
شربت ديدار کان مون کي نہ رک محروم تون،
اي مسيحا عشق جي هان مون بہ بيمارن منجهان.
جام الفت جو پيار ج، يار ساقي جلد ڪر،
ساقيا هڪ مان بہ آهيان تنهنجي مي خوارن منجهان.
پارسا مون يار ناهيان پاڪ زاهد مستقي،

يار جي هان مون مگر هڪ ناز بردارن منجهان.
عشق جا انجام "آغا" مان تون ڀاڃ، اي پرين،
تون نه ڏس تنهن جي خطا، آه هو خطاوارن منجهان.
زباني: آه و فغان کان پاره مثل منهنجو جگر ٿيو،
اي سنگدل توتي نه مگر ڪوبه اثر ٿيو.
هي لاش بيڪسي جو ڏسي، بعد فنا چيو،
ڪنهن بيوفا جي عشق "آغا" جو سفر ٿيو.
(اندر تمبڪڙو)

تمبڪڙو: (علحدو) هنن کي ڪَنِ نه جَنِ، ادي کي عشق اندو ڪيو. (شمشاد سان) حضور فيض گنجور، انبي لنبي کجور، سلام.

شمشاد: سلام اي نيڪنام، ڪهڙو آ ڪلام؟

تمبڪڙو: ڪلام بلام سڀ ڪيو لکيدر تي نيلام، هينئر رکو تشريف جي ٽوڪري کي مال گاڏي ۾ ڪٽائي، پنهنجي مڪان تي قدم رنج فرمايو، جو هڪ جميل نالي مهمان آهي آيو!

شمشاد: ڇا، جميل! جميل، پياري مهلقا جو ڀاءُ جميل! واه واه، گهر ويٺي خضر مليو، ته پنءُ ٻار هن. هينئر عمدو موقعو آهي، دشمن سوگهو آهي. هن موذي ممتاز بد ذات منهنجو خانو برباد ڪيو، پر پاڻ اچا آباد رهيو، مون کي ذليل ڪيائين، پر سندس بنياد رهيو، هينئر وجي اهڙو ٻارڻ ٻارجي، جنهن کان دل ٺارجي، دشمن به مارجي، سندس خون زمين تي هارجي، تڏهن ڪاڏو حلال آهي. اگرچ ڪم محال آهي، مگر في الحال منهنجو خيال آهي

۽ اهڙو ڪو فريب جو دام ڦهلايان، جو اهو ڪم جميل
کان مرانجام ڪرايان ۽ پاڻ تي ڪو الزام نه ڏرايان.

**بيت**

الستي آه جي نڪي اي سهڻا ڪا مڙي تن جي،
جلائي دل ڇڏيندي سا صفا تو بت برهمن جي.
(بيني ايگزٽ)

# پردو ڇهون

## مڪان شمشاد

(انٽر نمبڪٽو) (جميل اڳي ئي ويٺو آهي)
جميل: مهربان نمبڪٽو، جناب شمشاد جن آيا؟
نمبڪٽو: جيئي هان جناب جن اجهو پوسٽ باڪس ۾
بوڪ پوسٽ تي ڏا اچن!
(انٽر شمشاد)
شمشاد: السلام عليڪم، پيارا جميل!
جميل: وعليڪم السلام، دوست اصيل!
شمشاد: شڪر الحمد لله! اڄ هن مسڪين بي تسڪين
جي ويرانيءَ کي مبارڪ قدمن سان آباد فرمايو اٿو- دل
صاف ڪجو، تڪليف معاف ڪجو!
جميل: جناب اعليٰ، تڪليف ڇا، بلڪ تفريح آهي!

شمشاد: اي تمبڪنو، ڳائي وڄائي واري طائفہ حاضر دربار آهي؟

تمبڪنو: حضور، طبلہ، سارنگي سڀ ڪجھہ تيار آهي فقط حڪم جو انتظار آهي!

شمشاد: پوءِ دير ڇالاءِ آهي، حڪم ڏجي ٿو، ڳانو شروع ٿئي!

ساز وارا: سلام، سلام، سلام، سلام.

تمبڪنو: اڙي ميان لمليٽ خان، اي سوڌا واتر خان — اڙي اڙي ڪيڏانهن هليا آهيو، جهنگ ۾ گهڙيا آهيو ڇا؟ (ساز واري سان) ڏسجانءِ ميان ڇيڙ گهنو خان سر، ڪن سان ڪن، ڇپ سان ڇپ، نڪ سان ملائي خوب ڇٽائي پؤنڪجو، ۽ هن مس راسبري جان جا فُل نخرا ۽ ڇڪرا ڏيکارجو. هان! اگر هي حلوي جي هنڊي، ڇڪر ڏنڊي ناپاس ٿي تہ سمجهو تہ اوهان جي ستياناس ٿي!

طوائف: اڙي ميان سنگرمان، تون ڳائڻ وڄائڻ جي باريڪ ڪم مان ڇا ڄاڻين؟

تمبڪنو: واہ ڙي واہ، مس نارنگي اسڪائر! اگر اتي جو اتي ڪو ديپڪ شيپڪ يا ڪوئي پروو توڊ، بروو، راڳ شروع ڪيان تہ هن لڪڙبند خان جي ستياناس ڪري ڇڏيان، ۽ هن طبلچي ڳاسليٽ راءِ کي بلڪل خناس بڻائي ڇڏيان.

سارنگي وارو: اڙي، گهر ۾ گهرائي هي خانہ جنگي!

تمبڪنو: اڙي ڇپ ڪر، تہ پيجانءِ نہ سارنگي!

طوائف: اڙي ڪارمهان قرمساق ڇپ نتو ڪرين.

اجي استاد، ڏسين ٿو، ڊولڪ هٿي ڀڙوي جو منهن نٿو ڀڃين!

شمشاد: اي ٽمبڪٽو، هڪ ولائتي وسڪي جي بوتل آڻي ڏي.

ٽمبڪٽو: جناب وسڪي آڻيان يا ڪا قسڪي.

شمشاد: ڪمبخت، وسڪي.

ٽمبڪٽو: حاضر، حضور (بوتل آڻي اول پاڻ ٿو چاڙهي)!

شمشاد: اڙي ديوانه هي ڇا ٿو ڪرين؟

ٽمبڪٽو: حضور، بندو ته ڪجهه به نه ٿو ڪري، بندو ته رڳو وسڪي کي گسڪي هٿي، چسڪي ٿو وٺي ڏسي.

گانو طوائف: قوالي پيلو:

ڪيو وعدو هو تو جو بيوفا، توکي ياد آ، ڪ نه ياد آ،
هو عاشق تنهنجو دل صفا، توکي ياد آ، ڪ نه ياد آ.
ڪڏهن ناز هو، ڪڏهن پيار هو، ڪڏهن بوسي تي تڪرار هو،
هو وقت وصلت جو ڀلا، توکي ياد آ، ڪ نه ياد آ.
هو ناز نخوت روبرو، هو گلا ملامت ماهرو،
هتي منهنجي وفا ۽ تنهنجي جفا، توکي ياد آ، ڪ نه ياد آ.
هو ناز نخري جو رسڻ، اکڙين هٿي هرهر کلڻ،
چئو سچ سچ نالي خدا، توکي ياد آ، ڪ نه ياد آ.
جنهن تي تنهنجو پيارا ناز هو، جنهن تي تنهنجو رانجهن راز هو،
آءُ اهو هان "آغا" دل فدا، توکي ياد آ، ڪ نه ياد آ.

**بيت**

جميل: بهار آئي ڀري ڏي بادهء گلگلون مان پئمانو،
رهي صدها ورهيه ساقي، تنهنجو آباد ميخانو!

## بيت

شمشاد: مئي عيش جو جام هي نوش ڪر،
غم دين و دنيا فراموش ڪر.
دور شراب هلي ٿو..............

ٽمبڪٽو: اڙي گهوڙا سچ هي رنڊيون ته نه آهن، پر ڪي وڏيون مشٽنڊيون حلوي جون هنڊيون آهن، هت ته سونيون جهرڪيون نخرن سان ٽيون ڦاسائين، پر خبر ناهي ته قيامت ۾ به بهشت جي دربانن سان الائي ڪهڙي رمز رلائي پاڻ واسطي جنت جون دريون کولائينديون.

جميل: (نشي ۾) اڙي مان ته مران ٿو.

ٽمبڪٽو: جناب هرو ڀرو مرڻو اٿو ته مهرباني ڪري گهر وڃي مرو، متان هتي گند ڪيو.

شمشاد: (نشي ۾) بس بس.
هئي هئي منهنجو دماغ پريشان ٿي ويو،
وحشت جي لاءِ منهنجي ذئون سامان ٿي ويو.

ٽمبڪٽو: اڙي هي ڪا رنڊي آهي يا رنڊو مهربان، يا ڪا رنڊين جي آهي امان جان، اهڙو ڳانو ڳايائين جو آقا صاحب جو دماغ پريشان ڪيائين.

ساز وارا: جناب عالي اسان کي پئسا ته ڏيو.

ٽمبڪٽو: اڙي پئسا وري ڇاجا، چلتي ڦرتي نظر آئو ٺنڊي ٺنڊي هوا کائو، اجائي گٽرمٽر نه مچايو.

ساز وارا: اها ته اسان کي اڳئي خبر هئي ته هتي پئسن تي ضرور ڳڙٻڙ ٿيندي.

ٽمبڪٽو: اڙي تون ته ڏاڏي جو به ڏاڏو، ملان

دو پيازي جو به قبله گاه تو ڏسجين، هيءَ رنڊي آهي يا
ڪا قاتڪ جي جهنڊي آهي، جو ڳائڻ سان اسان جي آقا
صاحب جي دماغ ۾ گڙٻڙ وجهي ڇڏيائين. هان، پلا هي
هڪ ۽ ٻه درجن لعل ڇاپ سگريٽن جا انعام اٿو.

ساز وارا: اڙي رڳي هيءَ رقم!

ٽمبڪٽو: اڙي اسان جا وڪيل ته انهيءَ کان به ٿوريءَ
رقم تي راضي ٿيو وڃن، تون وري آڪڙ پيو ڪرين، مفت
ڪا شراب قاضي کي پڻ حلال هي، نڪرو نڪرو، هاڻي
بانس ڪئي اٿو.

(ساز وارا ايگزٽ)

ٽمبڪٽو: (شمشاد ۽ جميل کي اٿاري ٿو) اڙي سيد
سوٽي شاه، پٽ ٻيهي جمني، ذرا هينئر ته سجاڳ ٿي. اڙي
ميان عبدالقوڙات خان. ولد مس برانڊي، ڪي گهر گهات
به اٿئي يا نه (جواب ندارد).

اڙي چاچا چلم خان خاص الخاص، تنهنجي ستياناس ؛
اي مسٽر ڊبليو آر ٻيڙو غرق (جواب ندارد).

(وسلا ٿو ڦولهي) خير، يار اسان جو ڪم ڪم سان،
شڪر ٿيو، ڪجهه پنگ پڳڙا ته نڪتا، گهر ۾ ٻيهي ته
مانهين جي اٽي وانگر ڦوڪي ويٺي هوندي، مگر خدايا هنن
پراڻي اسپتال جي مڙدن کي ڪيڏانهن ڪيان، هينئر ڪا
ڪچري سچري جي گاڏي ميونسپل کان ڪرائي تي آڻي
هنن مڙدن کي گهرن ڏانهن پارسل ڪيان ته جند آزاد ٿئي.

(شمشاد ۽ جميل بيهوش پيا آهن، ٽمبڪٽو ايگزٽ)

(پردو لهي ٿو.)

# پردو ستون

## تمبڪنو جو مڪان

(روپ ڪونسيو)

* دم دم ويٺي پنهنجي پيا کي سنڀاريان،
پيا کي سنڀاريان، پنهنجي سنيان کي سنڀاريان.
جي ڪوئي پيا جو پيام اچي ته،
خط ڪٺي مان پنهنجي نينان سان لڳايان.
پيا پنهنجي تي هڪ واري وڃان مان،
جوين مان پنهنجو، پنهنجي سنيان لءِ سنواريان.
جي منهنجي پيا کي پياس لڳي ته،
سوڍا ٻراندي پنهنجي پيا کي پياريان.
سير لءِ سنيان منهنجو خيال ڪري ته،
موٽر ۾ چاڙهي پنهنجي پيا کي گهمايان.
پاس پيا جي، منهنجي اچي اي "آغا"،
نينان ۾ پنهنجي مان، ته پيا کي وهاريان.

زباني دلربا: هاءِ، عجب قسمت ڪوٺي، گهر ۾ نه پاڻي نه روٽي! هن مئي چڪلي چوڙي، رسالي جي گهوڙي جي پڙ پيس، ماءُ پيءُ ڪان ٻه ويس، آءُ اهڙي گل و گلزار- هي

دلربا:

* طرز: "جسوئي دم ديڪو ميري پيا ڪو مـلا نا."

مٺو مردود بدشڪل، بدڪردار، بي همت، بيڪار، هن کان تہ منهنجو يار وفادار هزار بار بهتر آهي. هينئر ڪا اهڙي تدبير ويڙهايان، جو هن موذي مردود کان طلاق وٺي، پيارے، وفادار سان نڪاح پڙهايان ۽ پوءِ خوب ويٺي مزا آڏايان. (در تي ٺڪ ٺڪ جو آواز)

دلربا: ڪير، ڪير؟

آواز: ٺنهنجو يار وفادار.

دلربا: هي ڪير پيارو وفادار—آيس آيس، پيارا اجها آيس، هـي هـي مان وڃان، جلدي وڃان. (دلربا ايگزٽ)

(انٽر وفادار ۽ دلربا)

## گانو دلربا

مون واري، بلهاري جاني يوسف ثاني، تون ڪنعاني،
دلبر جاني ها.
شان تنهنجو، لاثان جانا، نين تنهنجا، مرجان جانا،
موهيو مسي تنهنجي پان جانا، دلبروا.
جانبي جيءُ نہ جلايو، ذرا نينان تہ ملايو،
اي، اي، اي—مون واري..........

دلربا: ڪيئن پيارا، مزاج ڏانهن تہ عافيت آهي؟
وفادار: بڌاياںء ڪنهن طرح اوقات گذري ٿي،
بيقراري آه و زاري ۾ دن رات گذري ٿي.
دلربا: منهنجي بہ پيارا ساڳي ريت اوقات گذري ٿي،
انتظاري ۽ خواري ۾ دن رات گذري ٿي،

طرز: ”دن رتيان نا چيڙو سنيان چاندو بنيان......“

مگرجي تنهنجو ڪوئي مونس و غمخوار ڪونه آ،
ته منهنجي تصوير تو ڪڏائي ڇو نه آ.
وفادار: غيرن وٽو جو بوسو تو کان پياري جان آ،
تنهن لاءِ تصوير تنهنجي مون ڪڏائي ڪانه آ،
خير، مگر پياري مون کي ڪيستائين جوڻن وعدن ۾ رکنديئن.

دلربا: پيارا منهنجو ڪو جوڻو واعدو ڪونه آهي، مگر افسوس جو هي ڪمبخت منهنجو پيڇو نٿو ڇڏي.

وفادار: هي رڳو بهانو آهي.

دلربا: نه نه، هيئنر نزديڪ زمانو آهي، ليڪن هيئنر البت دير ٿي ويئي آهي، اوهان وڃو ته چڱو، متان منهنجو خاوند نه اچي وڃي ۽ پوءِ قيامت نه مچي وڃي.

وفادار: بيشڪ اچڻ ڏينس، آلو جو ساهه ڪڍي ڇڏيان.

دلربا: سائين، وڃو زياده شيخي نه ڏيکاريو، خدانخواسته جي هو اچي ويو ته ميان صاحب جن جو پيچ پٺيءَ تي هوندو.

وفادار: واه واه، اسان کي ڪو اهڙو ٿهڙو سمجهيو اٿئي ڇا، هن وقت رستم ڇا، اگر شير نر مقابلي لاءِ اچي ته مجال اٿس جو منهنجي چنبي کان رهائي پائي جان ڇڏائي.

(دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز)

(وفادار جو خوف کان ڏڪڻ)

دلربا: (وفادار سان) اڙي ميان ڏڪو ڇو ٿا، بهادريءَ جو نالو وڃايو ٿا، پاڻ لڄايو ٿا.

وفادار: اڙي ڏکان ڪٿي ٿو، ذرا سردي لڳي ويئي آهي، ٿوري به البت اچي زور پريو آهي.

آواز: اي ڪمبخت، دروازو کول!

وفادار: (آهستي) اڙي خدا جي نالي وفادار کي ته نه رول، ٻچا وفادار هينئر ته پورو ٿي وئين، وفادار، اڙي، گهوڙا ڙي، پياري کو وارو ڪجانءِ.

دلربا: (اشارو ونگ جو) هوڏانهن وڃي لڪي پؤ.

(انٽر ٺمبڪنو)

ٺمبڪنو: پياري جڏهن مون ٻاهران آواز ڏنو، تڏهن اها گهر ۾ گڙمڙ ڇاجي لڳي پيئي هئي؟

دلربا: ڏس ميان، جڏهن تون مون کي اڪيلو ڇڏي ويندو آهين، تڏهن هو پيارو وفادار هندٻوال مون وٽ ايندو آهي.

ٺمبڪنو: اڙي هو بغير موڪل جي منهنجي گهر ۾ اچڻ وارو ڪير!

دلربا: هو اوهان سان ڏورو ٿي آيو هو، هن کي ته مون سڏايو هو.

ٺمبڪنو: تو سڏايو هو، ڀلا سڏائڻ جو سبب؟

دلربا: ڇا چوان ميان، جڏهن تون هليو ٿو وڃين، تڏهن دن رين بي چين ٿي رهان.

ٺمبڪنو: اڙي چين نٿو اچي ته ٻرائي مرد کي گهر ۾ سڏائين ٿي، تنهنجي ستياناس ٿئي!

دلربا: پر تون ڳولين ڪنهن کي ٿو، هو ته ديوار ٽپي ڀڄي ويو.

ٺمبڪنو: ديوار ٽپي ڀڄي ويو، ڇا هو ڪوئي جانور هيو.

دلربا: تڏهن ڇا هيو — هو ته ڀاڻ وارو ڪارو ڪتو هيو، جو تو تنهن ڏينهن آندو هو.

ٽمبڪٽو: ڀاڻ وارو ڪتو هيو. سچ پچ!

دلربا: سچ پچ.

ٽمبڪٽو: چڱو، ڀلا هو ڪتو ٻه پيرو هيو يا چؤ پيرو؟

دلربا: ڇڏيو ميان، اوهان وري خواه مخواه مون کي ڪپايو ٿا. (وفادار جي وسريل ڀادر تي ٽمبڪٽو جي نظر پوڻ، ۽ ڪڍڻ.)

دلربا: اهو هٿ ۾ ڇا اٿوَ؟

ٽمبڪٽو: اهو ته مان ڀاڻ پڇي رهيو آهيان (جتي ڏيکاري)، ته هي ڇا آهي؟

دلربا: آون، هون — اها مون کي پسند ڪين آهي — مون کي ولائتي وارنس جو بوٽ گهرائي ڏي.

ٽمبڪٽو: اڙي ولائتي بوٽ جي ٻچڙي، آهو ته پوءِ ڀائنجانءِ، اول هي ته ٻڌاءِ ته هيءَ ڪٿان آيو؟

دلربا: نه نه، مان اهڙي جتي ڪڏهن نه پايان.

ٽمبڪٽو: اهڙي جتي نه پائيندينءَ تڏهن، ڪهڙي پائيندينءَ.

دلربا: مون کي ولائتي وارنس جو بوٽ گهرائي ڏي.

ٽمبڪٽو: اڙي ڪمبخت، خانو خراب ٿيئي، آهو ته پوءِ پائج — اول هي ته ٻڌاءِ ته هيءَ جتي ڪنهن جي آهي.

دلربا: تون اهڙو غصي ۾ ٿو ٿئين ته وڃ، مان نه ٿي ٻڌايان.

ٽمبڪٽو: ڀلا تون نه ٿي ٻڌائين ته اجهو مان هن کي ڀاڻ ٿو ڳولهي لهان.

دلربا: ميان توهان ڪهڙا نه ڀالا ڀولا نادان آهيو، جو ايتري ۾ بدگمان آهيو، هي جتي ته منهنجي پياري وفادار هندڀوال جي آهي.

ٽمبڪٽو: پياري هندڀوال جي آهي، ڇا ڪتو به ڪڏهن جتي پائيندو آهي؟

دلربا: منهنجا سائين، تون سمجهين نه ٿو.

ٽمبڪٽو: ته ڀلا سمجهاءِ.

دلربا: هو مون وٽ اڄ آيو هو، ۽ جتي پاڙيسري‌ءَ جي چڪ ۾ ڪٽي آيو هو، اوهان جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٻڌي، گهبراهٽ ۾ جتي ڇڏي ڀڄي ويو.

ٽمبڪٽو: هان هان، هوندو هوندو هوندو، هو ته هميشه مون ڪان ٿهندو آهي.

دلربا: ليڪن ميان تو ڪا ٻي ڳالهه ٻڌي آهي.

ٽمبڪٽو: اها وري ڪهڙي!

دلربا: هوءَ اسان جي پاڙي ۾ ڏوهڻ رهندي آهي نه.

ٽمبڪٽو: هان هان، هوءَ گهسيٽي جي ڀيڻ جي امان جي ڀڻي جي ماسي، مائي ناسپاتي خاص الخاص!

دلربا: آن جي ستيا ٿي ناس، هن پنهنجي خاوند کان لڪ چوري پنهنجو يار گهر ۾ سڏايو.

ٽمبڪٽو: يار گهر ۾ سڏايو — ڇا ڪوئي هن جو خاوند الو جو پٺو هو، جو هن جي يار کي ڪين پڪڙيائين.

دلربا: بيشڪ هو سچ پچ گڏهه جو ڪودڙو هو.

ٽمبڪٽو: هان هوندو، ڇگو پوءِ ڇا ٿيو؟
دلربا: هن ڪي پنهنجن دوستن گهڻو سمجهايو، مگر هن هن نٿي مڃيو— پنهنجي بيبيءَ کي نهايت نيڪ ٿي سمجهائين.
ٽمبڪٽو: ڪوئي وڏو نامرد هيو.
دلربا: هوءَ پنهنجي يار سان محبت جون ڳالهيون ڪري رهي هئي ته ايتري ۾، مٿو ان جو خاوند به اچي ويو.
ٽمبڪٽو: واه واه، تڏهن ته آن بدڪار عورت دل تي موچڙا کاڌا هوندا.
دلربا: نه نه، هن عورت آتي به چالاڪي ڪري ڏيکاري.
ٽمبڪٽو: چالاڪي ڪري ڏيکاري، اهو وري ڪيئن؟
دلربا: هن پنهنجي خاوند جي منهن تي هيئن ڪپڙو ڪٽي وڌو، پوءِ يار کي چيائين ته نڪري وڃ.
(ٽمبڪٽو جي منهن تي ڪپڙو ٿي وجهي، وفادار هليو ٿو وڃي).
ٽمبڪٽو: ڇگو پلا پوءِ ڇا ٿيو؟
دلربا: پوءِ، هن جو يار نڪري ويو.
ٽمبڪٽو: هن احمق پنهنجي منهن تي ڪپڙو ڇو وجهڻ ڏنو ۽ چپ ڪري ڇو ويهي رهيو، ڪوئي وڏو آلو جو پٺو هيو. جيڪڏهن مان هجان ها ته انهيءَ عورت جو نڪ ۽ چوٽيي ڪپي ڇڏيان ها ۽ سندس يار کي سر نهه، جيڏا داڻا ڪري ڇڏيان ها— ڏسجانءِ پياري، متان تون به ائين ڪرين.
دلربا: ميان خدا نه ڪري، منهنجي ته ميان ڳالهه، بڌڻ سان ڇاتي تي ڏڪي!

ٺمبڪنو: خدا شل منهنجي بيبيءَ کي منهنجي سر تي سلامت رکي، امان جي جوڙي کي ڏسي لوڪ سڙي پچي ٿو، جڏهن ڪو عيب هن نيڪ ڪار ۾ نٿا ڏسن، تڏهن ناحق هن کي بدڪار ٿا سڏن. ڀلا اهڙو يقين مون کي ڪٿي ٿو ٿئي. منهنجي بيبيءَ کا اهڙي تهڙي آهي ڇا. الله الله ڪيو! هيءَ ته هزارن ۾ هڪڙي آهي مهربان، زال ته ناهي زالن جي آهي امان جان، خدا شل منهنجي بيبيءَ کي منهنجي سر تي سلامت رکي، ڪيئن پياري دلربا؟

دلربا: بيشڪ منهنجا پيارا دل صفا (تسبيح ٿي ڦيرائي).

ٺمبڪنو: پياري هي ڇا ٿي پئي ڪرين؟

دلربا: ميان، مان اوهان کي ياد ٿي ڪيان، پيارا طبع ڏانهن ته خير آهي.

ٺمبڪنو: اڙي خير وري ڪهڙو آهي، هن ڪمبخت شمشاد جي نوڪريءَ ته نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو آهي.

دلربا: آخر ڪهڙي ڳالهه آهي؟

ٺمبڪنو: اي بيبي، هي شمشاد خناس، ستياناس، مان هن کي وڏو عقلمند سمجهندو هوس، مگر اڄ معلوم ٿيو ته وڏو احمق الو جو پٽو آهي. هي ڀڄر ڀٽو، مهلقا جي نالي تي ٿيو آهي لٽو، مگر هو ته ڪيس ڇاڏي نڪتو، تڏهن به هي ٽٽو، ميان ڇبريٽو، ڪٿي ٿو رهي. هن ڏندي ڏوٽي، ڀنگ جي سوٽي، عقل جي موٽي کي مهلقا جي عشق وڏو احمق، عقل جو سالو، صفا بي تالو بڻائي ڇڏيو آهي. جناب جن جو مزاج مبارڪ ته حضرت عشق جي گرما گرم آتش کان ريلوي انجڻ جي ڀٽي وانگر ڇڪرن

تي چڪر پيو هٽي، ڪابہ ڳالھہ هن پوڪ ڏاڙيل کي نٽي وٺي؛ سچ آهي تہ امير جي عقل ۾ سنهان سنهان چير ٿين ٿا، جيترو آدمي موٽو، اوترو عقل جو ڏئي ٿو ڇوٽو.

دلربا: اي بيوقوف ٽمبڪٽو، تون ڪو ٻڪرو آهين يا گهٽو.

ٽمبڪٽو: ڇو ڇو بيگم! منهنجي نالي سان تنهنجو ڪهڙو ڪم؟

دلربا: اي ميان! تنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ ڪينئان، هن غريب جي گلي ۾ حضرت عشق جو جنجال آهي؛ هن جو ڇٽڻ محال آهي، هو لاچار آهي، جان ڪان بيزار آهي، ٻڌو ڪين اٿئي:

آن ڪہ شيران را ڪند روبها مزاج،
احتياج و احتياج و احتياج و احتياج.

ٽمبڪٽو: خير، بيبي مان بہ دلالي جي اسڪول، نمبر ٽو (۲) جو فس ڪلاس شاگرد آهيان، تنهنجي حڪم موجب وڃان ٿو ۽ وڃا ڪٽي جو انجام سر انجام ڪيان ٿو، يعني حرص جي گهوڙي کي بيوقوفيءَ جو لغام لڳائي، ميدان حماقت ۾ ڊوڙايان ٿو، قسمت کي هوا ۾ اڏايان ٿو. هينئر جلد هن نونهال، نازڪ خيال، گل اندام مهلقا وٽ وڃندس. ڪنهن عجز عاجزي يا فريب فتني بازي ۾ آڻي، هن کي پنهنجي آقا سان ملائيندس؛ پوءِ ساري عمر ويٺو هن ڀاڳل شمشاد جو مال لٽائيندس.

دلربا: ميان مون کي بہ ولائتي وارنس جو بوٽ گهرائي ڏج.

ٽمبڪٽو: هان هان پياري، توکان سواءِ منهنجو وري ٻيو دنيا ۾ ڪير آهي، ماءُ آهين تہ تون، پيءُ آهين تہ تون، ڌيءَ آهين تہ تون ۽ جي زال آهين تہ تون.

دلربا: پيارا منهنجو وري ڪو ٻيو والي وارث آهي، پيءُ آهين تہ تون، ماءُ آهين تہ تون، پٽ آهين تہ تون، ۽ جي خاوند آهين تہ تون.

**گانو**—(دلربا ۽ ٽمبڪٽو)

ٽمبڪٽو: منٺار پرين، دلدار پرين، ڪر ناز نہ اي دل جاني.
دلربا: جند جان ڪيان، قربان ميان، اي جاني، يوسف ثاني.
ٽمبڪٽو: آ صورت منهنجي ڪاري.
دلربا: گل ناري.
ٽمبڪٽو: آ گلي سان لڳ تون پياري.
دلربا: مون واري.
ٽمبڪٽو: منٺار پرين، دلدار پرين، ڪر ناز نہ اي دل جاني.
ٽمبڪٽو: ڏي بوسو هڪڙو جانا.
دلربا: ڇڏ طعنا.
ٽمبڪٽو: ڇڏ جوٺا بهانا.
دلربا: ڇڏ طعنا.
ٽمبڪٽو: منٺار پرين، دلدار پرين، ڪر ناز نہ اي دل جاني.

---

طرز: "دي رنگ ٻرنگ ڪا لوڏا"

# پردو اٿون

## مڪان شمشاد

شمشاد: (سجاڳ ٿي) اي ٿمبڪنو، اڃا ڏينهن آهي يا رات آهي؛ خدايا هيءَ ته پرهه ڦٽي پرڀات آهي.

جميل: (سجاڳ ٿي) خدايا هيءَ جاءِ ته پياري دوست شمشاد واري آهي، جتي مون ساري رات گذاري آهي.

شمشاد: اي دوست فڪر نه آهي، هي اوهان جو مڪان آهي، هي جان قربان آهي، بندي کي هروقت مددگار چاڻ، حال زار، بلڪ جان نثار چاڻ.

جميل: تحقيق دوست، اوهان کان سواءِ دنيا ۾ ٻيو ڪوئي نه دوست خويش اٿم، مگر هڪڙو مشڪل درپيش اٿم، بعد اها آرزو اٿم، جو شادي خانه آباديءَ جو ڪو بندوبست ڪري خانو آباد ڪيان، هن تنها زندگانيءَ کي خيرباد چوان، اهو خيال آهي، ليڪن بغير پئسي اهو خيال پورو ٿيڻ محال آهي، جنهنڪري البت دل اداس آهي.

شمشاد: (علحدو) فڪر نه ڪر، اجهو اوهان جي ستياناس ٿئي ٿي.

شمشاد: (جميل سان) خدا ڪري اها خدمت بندي کان سري، ته بندي جي منهن ۾ به آب و ري، دل ٺري.

**گانو**

شمشاد:

* هر حال ۾ اي يار، تنهنجو مددگار هان،
قربان جان و دل سان، تنهنجو غمگسار هان.
مشڪل ۾ مدد جنهن نه ڪئي، تنهن کي نه دوست چؤ،
توتان ته مگر جان من، آءٌ جان نثار هان.
با صدق جان و دل، ته آءٌ اي دوست دلنواز،
همراهه هم رفيق تنهنجو، حال زار هان.
مون کي نه دغا دل ۾ آهي، صاف دل هان آءٌ،
والله يار "آغا"، آءٌ يارن جو يار هان.

**گانو**

اي دلنواز دوست، تنهنجو تابعدار هان،
توتي آءٌ جان و دل سان، فدا ۽ نثار هان.
مشڪل ۾ مدد منهنجي، سگهو ڀهر خدا ڪر،
اڄ گردش ايام کان، آءٌ بيقرار هان.
بي چين دل کي چين، دنيا ۾ نٿو ملي،
لالا جي طرح غم کان دل داغدار هان.
راحت ۾ هان شريڪ، رهان رنج ۾ پڻ يار،
آءٌ هر طرح سان اي "آغا" خدمتگذار هان.

جميل: مون تي ڪو ڪري لطف، مون کي خريد ڪر، هن قفل آرزو سندي ڪليد ڪر، اي يار غمگسار دنيا ۾ توکان سواءِ ٻيو عزيز ڪونهي.

---

* طرز — "امروز ديگرم بفراقي تو شام شد".
جميل: (طرز ساڳي)

شمشاد: شبک غربت کي کو قريب کونهي، مگر هاءِ هن وقت هک نئين ڳالهه، دل ۾ ياد ٿي اچي، جنهن کان دل اندر ۾ ٿي پچي.

جميل: جناب عالي ڇا کا اهڙي ڳالهه، لا دوا آهي، جا بندي کي ٻڌائڻ ناروا آهي؟

شمشاد: خير انهيءَ ۾ کو سبب آهي.

جميل: مون کي عجب آهي، اهو کهڙو سبب آهي، ظاهر کرڻ اوهان تي واجب آهي.

شمشاد: خوب اي مرغوب، ليکن توکي چوندي خوف ٿو ٿئي.

جميل: البت منهنجي دل کي به ضعف ٿو ٿئي، مگر بي تکلف بيان کر.

شمشاد: ڀلا ذرا هيڏانهن ڌيان کر، اي پيارا جميل، دوست اصيل، افسوس صد هزار افسوس، جو هو موذي ممتاز بدذات، هن جي اوقات تي لعنت، هن جي خاندان تي لعنت. هاءِ آف! غضب غضب......!

جميل: ڇا، ممتاز!

شمشاد: هان هان، بدکار، مکار، ممتاز.

جميل: آخر حقيقت ساري.

شمشاد: عياري مکاري بدکاري، آف، افسوس، هاءِ، هو بدذات تنهنجي پياري همشيره جي پاڪدامن کي داغ ڏيڻ لاءِ تيار ۽ توکي خواب غفلت جو خمار، حيف صد حيف.

جميل: هاءِ-هاءِ، خدايا آءٌ ڇا ٻڌي رهيو آهيان، آءٌ خواب ۾ آهيان يا بيدار آهيان؛ خون هن ٻدڪار جو جيسين نه آءٌ سرڪي پيان، خاڪ اهڙي زندگيءَ تي جو دنيا ۾ آءٌ جيان. اي خيرخواه، والا چاه هيئنر ڪهڙي مصلحت آهي؟

شمشاد: مصلحت وري ڪهڙي آهي، اها صاف اوهان جي غفلت آهي، اهڙي بدڪاري جي سزا موت آهي!

جميل: بيشڪ موت آهي، ليڪن ڪنهن جو؟

شمشاد: جنهن جو سمجهين، تنهن جو! گرچ ممتاز به قصوروار آهي، ليڪن درحقيقت تنهنجي ڀيڻ بدڪار آهي، تنهنڪري نيڪ صلاح اها آهي، ته انهيءَ بدچلن عورت جو خون ڪري، ممتاز بدذات جي گهر ۾ اچلائي، ۽ هن مڪار بدڪار کي گرفتار ڪرائجي. انهيءَ ريت اهو ڪم سرانجام ٿيندو ته توتي الزام ڪونه ايندو، اوهان جي خاندان تان اهو دائمي بديءَ جو داغ لهندو.

جميل: ڇا، خون، خون! پنهنجي پياري همشيره جو خون، آف! اهو ڪهڙو باغبان هوندو، جو پنهنجي نئين گلستان کي بادِ بهار کان اڳ، پنهنجن هٿن سان برباد ڪندو، پاڻ کي ناشاد ڪندو، اهڙو بيداد ڪندو، آهو ڪهڙو انسان آهي؛ جو پنهنجي نازڪ گل اندام ڀيڻ جي خون ۾ پنهنجي دامن تر ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي ۽ حشر ۾ شرمسار ٿئي، هن گلشن نونهال جو ناحق خون ڪري صفحهٔ تاريخ تي نالو آشڪار ڪيان، پاڻ کي رسوا سر بازار ڪيان، آ-ها، زمانو ڇا چوندو!

شمشاد: زمانو اهڙيءَ غيرت تي آفرين چوندو.

جميل: هرگز نه.

شمشاد: آف! غضب، غضب، اي جميل، پنهنجي خدا داد غيرت جو اهو حق ادا ڪرين ٿو؟

جميل: شمشاد، مون کي شرمند و پيش خدا ڪرين ٿو.

شمشاد: اي بي همت، تون هڪ بدڪار بد چلن عورت جي خون کان ڊڄين ٿو.

جميل: خون کان نٿو ڊڄان، مگر هن جي پيدا ڪرڻ واري کان ڊڄان ٿو.

شمشاد: اي دوست، اوهان جي والد بزرگوار جو مون تي احسان آهي، احسان نه مجهه منصفيءَ کان دور آهي، تنهنڪري مون کي ضرور آهي ته اي نيڪنام، صبح شام توکي نيڪ صلاح ڏيان، تنهن لاءِ مان توکي بار بار ٿو چوان، ته جي اهو ڪم سرانجام ڪندين (يعني پنهنجي پيڻ جو ڪم تمام ڪندين) ته تنهنجي شاديءَ جو سارو بار جميل مون تي آ، هرحال ۾ هي بندو تنهنجو مددگار آ، توکي ضرور شادي ڪرائيندس ۽ پنهنجي ساريءَ زر ۽ جواهرات جو مالڪ بڻائيندس.

(ٽمبڪٽو کي سڏڻ) اي ٽمبڪٽو جلد وڃ، خزاني مان مهرن جون ٿيلهيون ڪڍائي اچ.

ٽمبڪٽو: حاضر حضور، (علحدو) لڪرن جون ٿيلهيون چئو ته گهٽيون، باقي پيو ته خزاني ۾ الله جو نالو آهي.

(ٽمبڪٽو ايگزٽ — انٽر — ٿيلهين سميت)

جميل: (علحدو) جي زر تو ڏسان ته پنهنجي پياري پيءُ جي خون ۾ هٿ رنڱڻ واسطي تيار ٿي ٿيان، جي وري هن ماءُ ڇائي پيءُ جي سچي الفت، نماڻيون نگاهون ۽ دمبدم واريون دعائون ياد ٿيون اچن، ته دلخراش، ڪليجو پاش پاش ٿو ٿئي، هي سمورو زر ۽ مال هٿان ٿو وڃي، مگر خير فڪر ناهي، مون کي پيسو وڏيڪ پيارو آهي، پيسي سان زماني جو گذارو آهي، هي وجهه هٿان نه وڃائيندس، نه ته پوءِ مفت پڇتائيندس، (شمشاد سان) اي دوست، بيشڪ اهو ڪم سرانجام ڪندس، پنهنجي پيءُ پاڻ قتلام ڪندس، هينئر دير اجائي آهي، اها قسمت آزمائي آهي.

(پيسا گهرڻ)

شمشاد: شاباش اي نيڪنام شاباش، غيرت انهيءَ کي چئجي.

ٿمبڪنو: (علحدو) بيشڪ انهيءَ کي چئجي ٻيڙا ٻڏگيا دم بهاول حق اقبال چٽ عاقبت جو خير.

شمشاد: مگر اي دوست، مون کي يقين ڪامل آهي، ته هي ڪم مشڪل آهي، ٿوڪان هرگز هرگز سرانجام نه ٿيندو، هي انجام اِنت خام ويندو.

جميل: آ-ها، سر وڃي مگر سودو نه وڃي.

شمشاد: جي وڃي؟

جميل: ته خدا اُن جي خاڻو پڇي.

شمشاد: ڇا، اوهان ڪان هي دل آزاري ٿي سگهندي؟

جميل: ڇا، تڏهن هي شرمساري ٿي سگهندي؟

(پيسا وٺي ايگزٽ)

شمشاد: يارو فريب اهڙو مون کي ياد اچي ويو،
خود پاڻ پنهنجي دام ۾ صياد اچي ويو.

ٽمبڪٽو: جناب عالي، اسان سان ته ڪجهه چٽ چٽ فرمايو، هٿ ته سيڪجهه ڪرو، پر ٽمبڪٽو کي ڏيڻ مهل ٿيئٽر ٻرو، نه ته هينئر وچي ٿو پوليس کي سڏي اچان.

شمشاد: صبر، صبر، اي بيوقوف، هيءَ تنهنجي خدمت گذاري آهي، اسان جو نگهبان خداوند باري آهي.

(پيسا ڏيئي ايگزٽ)

ٽمبڪٽو: (اڪيلو) اي ڪمبخت ظالم جميل، تون رڳو چئن پئسن جي لالچ تي پنهنجي جگر جي بند جي مٺي خون جو پياسو ٿي رهيو آهين، ڇا هي دولت توسان قبر ڏانهن ساڻ هلندي يا قيامت ۾ ڇڏائيندي، تون هن پيسي مان پنهنجي پليد پيٽ کي ڪيترا ڏينهن پاليندين؟ رڳو چند روز جي عيش عشرت واسطي ساري زماني جي لعنت کٽي رهيو آهين، نه رڳو انسان، پر آسمان به توتي لعنت ڪري رهيو آهي هن اونداري رات جي شبنم شاهدي ٿي ڏئي، ته هي ماتمي لباس ۾ ملبوس آسمان به هن بيخبر معصوم جي بيڪسي حال تي رت روئي رهيو آهي. اي يارو سچ دنيا جو خون سفيد ٿي ويو. هاءِ، افسوس!

**گانو** تمبڪنو:

* ڏسو مڪاري، دنيا ساري پيسي جي،
الفت محبت مٺي، ياري پيسي جي،
مادر پدر ڀائي برادر، دختر اختر پيسي جي،
آ چوڌاري مارا ماري پيسي جي،
عزت حرمت سڀ آ شفقت پيسي جي،
سهرو سالو جوءِ پياري پيسي جي.
(ايگزٽ)

## پردو نائون

رستو

**گانو** ممتاز:

* دين ۽ ايمان اسان پنهنجو ٿا ڇاڏون يار ڪي،
صاف پوڄن پرت وارا دوست جي ديوار کي.
برهمن بت خاني ۾، ڪعبي مسلمان ٿا وڃن،
ڇا غرض تن سان، اسان سجدو ڪيو دلدار کي.
خواهش جنت جي نه، دل کي طلب حورن جي نه آ،
ٿا سڪون شب و روز يارو، يار جي ديدار کي.

---

* طرز: "عالم ۾ هي خوبي ساري پيسي ڪي."
* روپ: "سهڻي، پيلو، پهاڙي سورٺ"

عشق جي بيمار جو دارون نہ آ نادان طبيب،
ديد دلبر جي آ، اڪسير هن آزار کي.
وہ شراب ارغواني ڪان تہ "آغا" هي ملي،
سر خماري آہ هن ميخان جي ميخوار کي.

ممتاز: مرغ دل هي آہ و زاري عشق ۾ ناهي روا،
هن قفس جي قيد ڏن جي درد غم آهي غذا.

اي دل نادان ذرا هوشيار ٿي، خبردار ٿي. دشمن تنهنجن تمنائن تي خنجر وهائڻ لاءِ تيار آهي، مگر توکي اڃا خواب غفلت جو خمار آهي — خير تنهنجو مددگار پروردگار آهي، اي عالم الغيب، بيعيب، توکي اسان جو سارو احوال عيان آهي، تنهنجي اڳيان ڪهڙو بيان آهي. اي هر انس و جان جا مالڪ، ممتاز جي جان جا خالق، گرچہ زمانو در پي آزار آهي، ليڪن تنهنجو ڪرم درڪار آهي. در و ديوار ڪان اڄ ٿي اچي حسرت جي صدا، ڪجھ اشارن سان خدايا تو ڇوي مون کي قضا. خير هينئر پنهنجي يار وفادار غمخوار جاني سان ملڻ ضروري آهي، دل کي بيقراري ۽ رنجوري آهي.

صنم جي ياد ۾ اي دل بسر شام و سحر ڪر تون،
زماني تي عيان پنهنجي محبت جو اثر ڪر تون.

**گانو** ممتاز:

*موسيٰ جي طرح طالب ديدار هان متا،
حسرت زدہ ليڪن پس ديوار هان متا.

---

* طرز: "دل ليڪے ستم ڪرتے هو، ڪجھ ڌيان نهين هے"

ڏئي نقد هي دل بر سر بازار محبت،
آءٌ ناز جو خودي جو خريدار هان مٺا:
تنهنجيءَ دم کان دل کي منهنجي ڪجهه قرار آءِ،
وگرنه زندگي کان مان بيزار هان مٺا:
اي جان من مان عشق ۾ تنهنجي ته قسم آءِ،
بدنام ٿيو برسر بازار هان مٺا:
تون آتش فرقت ۾ جلائج نه "آغا" کي،
بلبل جي طرح عاشق بيمار هان مٺا:
(ايگزٽ)

# پردو ڏهون
## (مڪان مهلقا)

**گانو سهيليون:**

بخشيو ڪنهين کي حق نه هي حسن و جمال آ،
ديدار نـــ جهان ۾ ٿيو اهڙو مثال آ.
اکين جي اکيان ناز نين نرگس آ حيا ۾،
اي جان شرمسار اکيان تو غزال آ.
هي ابروئي حضور جا هن عڪس جلوه گر،
آتريو هي آسمان کان زمين تي هلال آ.
بلبل ۽ ڪبڪ سان ڏيڻ نسبت ته خطا آ،
تن ۾ اهڙي "آغا" ڪٿي بول چال آ.
(مهلقا جو خواب مان بيدار ٿيڻ)

مهلقا : خدا يا هي خواب آهي، يا عالم بيداري آهي،
جان حيران، دل کي بيقراری آهي .

گانو مهلقا :

افسوس ڪيو خواب پريشان يا الله،
گهبرائي تي قالب ۾ منهنجي جان يا الله!
همراه هو جميل عجب ماجرا ڏٺم،
هڪ دشت ڏٺم خواب ۾ ويران يا الله!
لبريز جام خون جو تنهنجي ته دست هو،
گويا ڪيائين پورو ٻي ارمان يا الله.
گردن تي سيف منهنجي برادر تي وهائي،
بلبل جي مثل جنهن تي آءِ قربان يا الله!
هي ڀيد منهنجي ڏيان ۾ آيو نه اي "آغا"،
تعبير خواب ڪين آ، آسان يا الله!

گانو سهيليون:

اي بانو اسان جي پياري، نه ڪر آه و زاري.
نه ڪر خواب جو فڪر هرگز، ڪرين ٿي عيش بيقراري.
سرسبز باغ حسن تنهنجو هردم، رکي شال خلاق باري،
بادِ خزان جي ته بدلي هميشه، هجي شال بعد بهاري.
قائم رهين شل اسان جي تون بانو، تي دشمن کي لذت ۾ خواري.

مهلقا :

خدا يا خير ڪر، اڄ دل کي حيراني، طبع کي پريشاني آهي.
هي ڪهڙو شڪون بد آهي، من کي بي آرامي بي حد آهي هي،

هن خواب هيبتناڪ آهي، دل غمناڪ جگر چاڪ چاڪ آهي.
پياري مڪيؤ دل قالب ۾ گهبرائي ٿي، شايد تقدير اڄ آزمائي ٿي: اک ڦري ٿي، قضا ڪجهه، ڪم ڪري ٿي.
زرينا: بيشڪ، پياري هي هڪ هيبتناڪ خواب آهي!
حسينا: پياري تنهنجو مددگار باري جناب آهي.
گلنار: هي خواب ته دل آزار ٿو ڏسجي، يا قدرتي ڪو اسرار ٿو ڏسجي.
گلنار: نه نه، هي خواب اجايو آهي، ڪنهن جن يا پريءَ جو سايو آهي، بنديءَ خوب آزمايو آهي.
مهلقا جنهن بات کي چاهي نه طبيعت سا قهر آ،
جي موت جي خوشي آ، ته امرت به زهر آ.
هاءِ، شايد پياري دلنواز ممتاز جي عشق ۾ مون تي ڪا آفت نا گهاني اچڻ واري آهي، جنهن ڪان هن دل کي بيقراري آهي.
نه زيور مان ته پائيندس، نه زلفن کي سنواريندس!
هي باقي زندگاني خاڪ ساري ۾ گذاريندس.

**گانو** مهلقا:

* صبا يار کي چؤ ته غمناڪ هان مان،
جلائي ڪئي عشق بس خاڪ هان مان.
جدائي ۾ تنهنجي مون باغِ جهان ۾،
گلن جي طرح اڄ جگر چاڪ هان مان.
محبت ۾ ڏيندس قسم سر هي پنهنجو،
نه آ خوف مون کي جو بيباڪ هان مان.

* روپ ڪانرو

منهنجي دل جو "آغا" آ الله شاهد،
جو اُلفت ۾ بدڪاري ڪان پاڪ هان مان.

(انٽر ممتاز)

مهلقا: عيد جي ڏينهن منجهن لڪائڻ منصفي ڪان دور آ،
اڄ گلي لڳ يار پيارا، عيد جو دستور آ.

ممتاز: اڄ پياسي دد جو غرض نا مون عيد جو،
عيد تو بن جان من، والله جنسي سور آ.

گانو ممتاز:

طالب وصال هان يوسف مثل منتار پرين،
آ زليخا جو قسم!
ڪر قيس سان ماڻا نه متا يار پرين،
توکي ليلان جو قسم!
دل و جانّ سان قربان آهيان توتي پرين،
آه دل هي نه چري؛
دل گرفتار ڪئي زلف جي هڪ تار پرين،
دل شيدا جو قسم!
نسبت آ عنادل سان ڏيڻ توکي خطا،
آ غلطي هي صفا،
من موهيو مٺي تنهنجي آ گفتار پرين،
حق تعاليٰ جو قسم!
زلف پر پيچ ۾ "آغا" نه گرفتار ٿيو،
جنهن دشوار رٿيو.

شربت وصل پيارج مون کي دلدار پرين،
توکي مولا جو قسم.

**گانو** مهلقا:

* تنهنجي جوبن تي جانان واري وڃان،
واري وڃان، ٻلهاري وڃان.
سڄڻ سنوريا، نينان سنواري،
مون نينان تي سنيان، واري وڃان.
موهني مورت تنهنجي سانولي صورت،
مؤ واري سنوريا، واري وڃان.

ممتاز: غنيمت سمجهه تون، منهنجو وصل جاني،
جو آ چار ڏن جي فقط زندگاني،
ڪيون عيش حسرت، رهي تا نه باقي،
جو الله باقي، و من ڪل فاني.

اي گلزار حسن جا شاداب گل، اي نازنين مهه جبين دل نشين بلبل، ڇو اڄ اوهان جو حال پر ملال ٿو ڏسجي. طبع جو ڪو اور خيال ٿو ڏسجي.

مهلقا: اي منهنجي سر جا تاج، اڄ هڪ هيبتناڪ خواب ڪان دل بيتاب آهي، جگر ڪباب، مثل ماهي بي آب آهي، دل بي آرام آهي- شايد جلد موت جو پيغام آهي.

* طرز – "لمري، خون ناحق"

ممتاز : نہ ڪر خواب تي تون ذرو اعتبار،
جو چاهي ڪري ٿو سو پروردگار.
خدا تي تون بس رک سدا اعتقاد،
تہ دل جي تون پائين اي پياري مراد.

اي مهلقا تنهنجو اجا فهم ڪم آهي، اهو بلڪل جوئو وهم آهي، خواب جو خيال ڪرڻ صاف چريائي آهي، اها ڳالهہ مون پاڻ آزمائي آهي.

اهو خيال دل تان دور ڪر، باغ ۾ وڃي دل گلن سان مسرور ڪر.

**گانو** مهلقا :

رخصت ڪيو اي جان اڄ رخصت جي طلب آ،
راحت جي طلب وئي هلي، آفت جي طلب آ.
هي وصل يا نصيب ميسر ٿئي وري،
شايد منهنجي چشمن کي قيامت جي طلب آ.
سرتاج منهنجا تنهنجو نگهبان خدا آ،
قسمت کي منهنجي هاڻ تہ فرقت جي طلب آ.
الفت ۾ آهيان پاڪ، تون شاهد رهج مٺا،
مولا جي اڳيان مون کي شفاعت جي طلب آ.
"آغا" کي آهي آسرو دنيا ۾ اوهان جو،
محشر اندر بہ تنهنجي حمايت جي طلب آ.

---

روپ: 'پيروي' طرز: "ڈرتا هون جدا مجهسے ميرا يار نہ هوجائے"

ممتاز: رضائي حق تي راضي رهه، هميشه اي منهنجا جاني،
هزارها مشڪلاتن جي صبر مان تي ٿئي آساني.

**گانو** (قوالي)

* ممتاز: ڪيو جنهن توکي آپيدا، اهو تنهنجو ته آحافظ!
ٿيان توکان آءٌ رخصت ٿو، تنهنجو پياري خدا حافظ!
خدا ڏيا مهلقا منهنجي جو هردم تون نگهبان رهه،
نه آ هن غمزده جو پيو دنيا ۾ تو سوا حافظ!
زمين توکي به پارت آ، شرم ڪج آسمان تون پڻ،
فرشته سڀ رهن تنهنجا، اي پياري جان سدا حافظ!

* * *

مهلقا: مون کي نه ڪر جدا پرين توکي روا نه آ،
سڏبو انهيءَ کي اي مٺا هرگز وفا نه آ.
توکي آ منهنجي ناز جو اي جان من قسم،
ميت تي منهنجي ايندين يا تنهنجي رضا نه آ.
زرينا: اها ناحق تنهنجي دل کي پريشاني آهي،
اهو خواب اي بانو شيطاني آهي.
گلزار: خواب جو خيال ڪرڻ ڪم زبون آهي،
اهو اي پياري بدشگون آهي.
ممتاز: وڇڙيلين جو خدا جاني — خدا حافظ! خدا حافظ!
نه ڪر هي خيال ناداني — خدا حافظ! خدا حافظ!

(ممتاز — ايگزٽ)

(مهلقا جو غم ۾ ويهڻ)

---

* طرز: "جنون ڪاعشق صادق هے وه ڪب فرياد ڪرتے هين"
يا طرز: "ڪوئي عاشق گرفتارِ محبت قسا هوگا ۾"

زرينا: پياري مان صدقي، مان واري- سياڻي ڪنهن ٻانيڻ ٻڍي پنڊت پڙي وٽ وينداس، ۽ هن خواب جي تعبير ڪرائينديس، پوءِ ساري حقيقت توکي ٻڌائينديس. هينئر باغ جو سير ضروري آهي، اها ته غمگين دل واسطي هڪ مسروري آهي.

حسينا: هلي باغ ۾ پاڻ پرچاءِ تون،
گلن سان ته دل پانو وندراءِ تون.

**ڳائو** مهلقا:

* سهيليون: دل کي سنڀال پياري پانو- ٻهر خدا،
مهلقا: بجلي چمڪي بادل برسي رين انڌيري آ.
سهيليون: مدد ڪندو و شل مالڪ مولا،
من مان خوف نڪال پياري پانو- ٻهر خدا.
مهلقا: هي جڳت فاني، پاپ جو جاني، مرتي بوقت آباري،
سهيليون: پار ڪندو شل داتا پياري،
خوف نه ڪر ڪو خيال پياري پانو-ٻهر خدا.
(مهلقا سهيلين سان ڳائيندي ايگزٽ)

## پردو جهنگل اڳيون

(جوڳي ۽ سندس چيلا)

**ڳائو**

مر جنهار جڳت جو جاني دل جو دلبر تون ئي تون آن،

---

* طرز: "دل کي سنڀاليو ري پياري، ٻهر خدا"

قبول آ تنهنجي در جي گدائي، صحيح سڪندر تون ئي تون آن.
هر مظهر منجهہ رنگ نرالا، شان آ تنهنجو سڀ کان اعليٰ.
هر شي ۾ تنهنجو جلوه مولا، هرجا حاضر تون ئي تون آن.
عمر گناهن ۾ وئي ساري، تنهنجي آ در تي توبهہ زاري،
ڪرم پنهنجو ڪر خالق باري، بنده پرور تون ئي تون آن.
صفت بند و ڇا ڪندو عيان، جي ڪل نہ آ ڪنهن راز نهان جي،
مثال قمري دل اسان جي، سبز صنوبر تون ئي تون آن.

جوڳي: اي گروجي شيوا ۾ رنگي، ماڻن جي سنگت ۾ سنگي.
جيڪي سختين جو جوڳ پائي ٿو، آهو ئي خوشين جو ڀوڳ پائي ٿو. هيءَ حياتيءَ جو دم گذر آهي، اڳيان وڏو سفر آهي، هينئر شهر ۾ وڃي ڪجهہ بيک جو ٽڪرو آڻيو، پوءِ ڪنهن بي ڏس تي تاڙيو. بيشڪ اي چيلو وڃي شهر پيليو.

(چيلا ايگزٽ)

زرينا: گروجي اوهان کي تہ آ ديس آ،
وسايو اوهان ڇو هي پرديس آ،
ڪٿان ٿا اچو ڳالهہ بتلائيندؤ،
ديا پنهنجي مون تي ڪا فرمائيندؤ.

جوڳي: منهنجو ڇا، جو توسان بيان آءُ ڪيان،
هلي وڃ آتي، آئي آهين جتان.

زرينا: غضب جا هن فقرا جي واه جي،
گهٽو گرم آهيو تہ والله جي.

**گانو**

جوڳي: ڇڪي چل چرين کي نہ ڏي ڳالهہ ياد،

فقيرن کي نا چيڙ او نامراد.
هينئر ور نہ ڏيندس توکي آءٌ سراپ،
ستائڻ فقيرن کي آ سخت پاپ.
نياءُ سان ڏيکو آ اسان سلسلو،
هلي وڃ اي عورت، تنهنجو آ ڀلو.

گاڏو زرينا:
خدا واسطي بخش منهنجي خطا،
نہ ناحق گروجي ٿي مون کان خفا.
عرض مان رکان دل سندي مدعا،
کيو کر نوازش کا ٻهر خدا.
اسان جي آ بانو، گرو، مهلقا،
پريشان رهي ٿي، سا صبح و مسا.
قدم رنج فرمايو، تنهن وٽ شتاب،
جو پڇندي او هان کان هوءَ تعبير خواب.

## زباني

جوڳي: غرض بانو تنهنجي سان کهڙو ڀلا،
اسان پنهنجي مرضيءَ جا مالک سدا.
منهنجو جهنگل و دشت ۾ راڄ آ،
هي ٽوپي پراڻي گويا تاج آ.
ڀلا ٻڌاءِ تہ تنهنجي بانوءَ جي صورت آهي کهڙي؟
زرينا: تور جهڙي!
جوڳي: عادت؟

زرينا: حور جهڙي!
جوڳي: ڇا بيمار آهي؟
زرينا: لاچار آهي!
جوڳي: ڪهڙي بيماري آهي؟
زرينا: عشق جي دل آزاري آهي.
جوڳي: ڇا حسن تي ڪجھ ناز آهي؟
زرينا: تقدير جو هڪ راز آهي.
جوڳي: اچي پاس منهنجي جي نيڪ اعتماد،
ته البت هو پائيندي دل جي مراد!
زرينا: بجا حڪم تنهنجو آءٌ آڻيان گرو،
ڪيان ماهرو کي تنهنجي روبرو.
(زرينا ايگزٽ)

( انٽر ٽمبڪٽو )

ٽمبڪٽو: ( علحدو ) يارو مون ته پنهنجي بيبي جي پويان پنهنجي سهڻي صورت، موهڻي مورت، هي ننڍڙي جواني، ڪئي برباد؛ پر هوءَ چڪر ڏندي آسان جي نڪتي اُستاد — گهر ۾ سڄو ڏينهن گوڙ به آهي، ڦٽ ڦٽ جي ماني لعنت جو بوڙ آهي. اج هوءَ ڪمبخت ذري گهٽ ڏنگڻ آئي هئي، پر خدا بچايو جو پيچي مون پاڻ ڇڏايو. ضرور دال ۾ ڪجھ ڪالو ڪالو آهي. ڪنهن ڪار مينهن قرمساق جو ڳالھ ۾ گڙبڙ گهوٽالو آهي. خير هينئر هن جوڳي صاحب ڪمال با جمال کان ڪوئي تعويز لکايان، پنهنجي بيبي جي دل ڦسايان، دشمن

کي جيئري جلايان. (نزديڪ وڃي)

ٺمبڪنو: گروجي، نمسڪار.

جوڳي: جيئو بچا، هر هر نام رام، نام ست. چئو کهڙو آ ڪلام، اي نيڪ انجام.

ٺمبڪنو: گروجي هڪ ڪارو ڀوت منهنجي پويان پيو آهي.

جوڳي: ڇا، ڀوت؟

ٺمبڪنو: جي ها، مهراج، ڀوت! پر ڀوت به ڪارو ڀوت!

جوڳي: مان هن کي منتر تنتر جنتر سان جلايان، تنهنجي جان ڇڏايان.

ٺمبڪنو: بس گروجي ڪا اهڙي ڪرپا ڪيو.

جوڳي: ٻوءِ ٻي ڪهڙي اداسي آهي؟

ٺمبڪنو: مهراج ٻاس ٻاسي آهي، جو ٻندي جي ٻيبي وڏي شيطان جي ماسي آهي، جنهن ۾ شڪ آهي، يعني ٻي ڪنهن چگهٽي، چڪر ڏنڊي جو چڪ آهي، اهو دل کي ڏک آهي. مون کي ڪو اهڙو تعويذ ڏيو، جو هن جي دل گرفتار ٿئي، هن مڪار بدڪار جو يار دربدر ۽ خوار ٿئي.

جوڳي: هان هان، سوامي سڀ ٺو ڏئي؛ سر وڃي، سڀ نه وڃي، جي وڃن ته سر به ساڻ وڃي.

(اندر چيلو)

چيلو: مهراج، هڪ پرده دار عورت اوهان جي درشن جي اِڇا ٿي رکي.

جوڳي (ٺمبڪنو کي): هل بچا، تون ٻچ، ٻچ، ٻچ.

ٺمبڪنو: حاضر، گروجي حاضر، حاضر! (ٻچي وري

موٽي ٿو.)

ٿمبڪنو: ليڪن مهراج سوامي، بندي جي راس ته ڏسو.

جوڳي (ڪتاب ڏسي): اي ڪمبخت، تنهنجي راس جي آهي ستياناس، هل، هل، هينئر نڪر، نڪر!

ٿمبڪنو: (علحده) ليڪن هن جنهگل ۾ پرده‌دار عورت جو اچڻ راز کان خالي ڪين ٿو ڏسجي. هي تماشو ذرا لڪي ڏسڻ گهرجي. (وڃي ٿو لڪڻ) (اندر عورت)

دلربا: گروجي ڏنڊوت.

جوڳي: سکي رهو، آنند رهو. چئو مائي، تنهنجي ڪهڙي اِڇا آهي.

دلربا: مان هڪ مشڪل ڪم واسطي آئي آهيان، مهراج.

جوڳي: بيان ڪر احتياج.

دلربا: گروجي مان پنهنجي خاوندڪان تمام تنگ آهيان.

جوڳي: تنگ آهين، ته پوءِ ڇا گهرجي؟

دلربا: مهراج، مان اهو ٿي گهران، ته يا هن کان منهنجو پيڇو ڇٽي، نڪاح ٽٽي، يا ته وري هو اندو ٿئي.

ٿمبڪنو: يا خدا هي ڪهڙو راز، هي ته آهي منهنجي بيبيءَ جو آواز.

جوڳي: مائي تنهنجو ڪهڙي محلي ۾ مڪان آهي؟

دلربا: لکي در تي منهنجو مڪان عاليشان آهي.

ٿمبڪنو: (وڃي مان اڙي لکي در تي ته منهنجو گهر آهي، خدا يا هي ته سچ پچ منهنجي پياري دلربا آهي.)

جوڳي: ٽنهنجي خاوند جو ذالو ؟

دلربا: هن موئي موٽي، ڏنڍي ڏوٽي کي سپ ٽمبڪٽو
ينگ جو سوٽو ڪري سڏيندا آهن.

ٽمبڪٽو (ونگ مان): هان هان، پنگ جو سوٽو! بيهه
ته ڪپيانءِ ٽو چوٽو، بدڪار.

جوڳي: پلا مائي برقعو آتار.

(برقو لاهي)

ٽمبڪٽو: اڙي سچ پچ، هي ته آهي دلربا، مگر هي
بي وفائي، خدايا هت ڪيئن آئي! ليڪن يار، منهنجي بيبي
ته نهايت پاڪ دامن آهي. خدا منهنجي بيبي منهنجي سر تي
سلامت رکي.

جوڳي: اي عورت نيڪبخت، اهو خاوند توکي پسند
چو نه ٿو اچي.

دلربا: هن موئي جو رنگ، جهڙو دانگيءَ جو ترو.
پيٽ وڏوڙو، جهڙو پاڏيءَ جو گهڙو. مون کي پسند
نٿو اچي. آءٌ ته هڪ ٻئي حسين، دل نشين جوان تي
آهيان نثار!

جوڳي: انهيءَ جو ذالو ڪر اظهار؟

دلربا: هن جاني، يوسف ثاني جو ذالو آهي، پيارو وفادار.

ٽمبڪٽو (ونگ مان): اڙي وفادار ته هو پاڻ وارو
ڪارو ڪتو هيو: هن ڪمبخت جو وري عاشق ڪيئن ٻڌيو.
مون ته اڳيئي ٿي دانهون ڪيون، ته هي ڪو ٻه پيرو
ڪتو گهر ۾ گهڙيو آهي. خير، خدا منهنجي بيبيءَ کي
منهنجي سر تي سلامت رکي.

جوڳي: ڇا، پوءِ توکي هن جو رنگ پسند نہ ٿو اچي؟

دلربا: هو مٺو اهڙو موڙو آهي، جهڙو ڀنگ گهوٽڻ جو سوٽو. مون کي پسند نہ ٿو اچي.

ٺمڪڻو (ونگ مان): بيشڪ ڀنگ گهوٽڻ جو سوٽو— سوٽوئي سهي، مگر صبر ڪر ٺمڪڻو اچا هن نيڪبخت عورت جو جوهر کلڻ ڏي.

جوڳي: مون وٽ اهڙو منتر آهي، جو جيئن تنهنجي مرضي هجي، ائين هن کي بڻائي ڇڏيان؛ ليڪن نذراني ۾ توکي اهو هار ڏيڻو پوندو.

دلربا: بيشڪ، گروجي، هي سڀڪجهہ اوهان تان قربان آهي.

ٺمڪڻو (ونگ مان): هان، هان، هن ۾ تنهنجو ڪهڙو نقصان آهي، ڏاڏي سائين جي فاتح، حلوائي جو دڪان آهي.

جوڳي: چڱو تہ مان هن کي ڪتو بڻائي ٿو ڇڏيان.

ٺمڪڻو: بيشڪ ڪتو بڻائينس؛ ڀلو بڻائينس. مون کي ماءُ-پيءُ انهيءَ واسطي ڇڏيو هيو.

دلربا: نہ، نہ، مهراج، ڪتو ٿي هو مون کي ڏاڙهيندو!

جوڳي: چڱو، تڏهن ٻيو ڪهڙو جانور بڻايانس؟

دلربا: مون کي ڀولو بڻائي ڏي.

جوڳي: ڀلا ڏيان ڏئي هي منتر سک.

(منتر) انتر منتر ڏنتر اکين تي ٻجو گهمنتر — ديوتا ڏنوڪل ڏنتال، سوامي سنتال، گرو گهنٽال، ڇڙنڪ چنڊال. هن مٺي مانس کي بڻاءِ لنڪا جو لنگور يا بندر — انتر

منتر تنتر.

وڃ، ٻچا، هينئر تنهنجو ڪارج ٿي ويو.

دلربا: واهه، گروجي واهه! هينئر جي هو باندر ٻڌجي ويو ته آءٌ کيس ڏوڙي ٻڌنديس، ڳلي ۾ گهنگهرو وجهنديس، ڏولڪي وڄائينديس، هن کي ناچ سيکارينديس، سلام ڪرائينديس ۽ چوندي وينديس: ڪيو ميان صاحب سلام! ڪيو ميان صاحب سلام!

ٽمبڪٽو (ونگا مان ڏڪري): ٻيبي صاحب سلام! ٻيبي صاحب سلام! ٻيبي صاحب سلام! ٻيبي سلام!

(هڪڙو هڪڙيءَ ڳليءَ کان، ٻيو ٻيءَ ڳليءَ کان سلام ڪندا)

(ٻئي ايگزٽ)

(انٽر مهلقا)

**گانو** مهلقا:

داتا تنگي تنگ پال، لاج جڳت ۾ رک منهنجي مولا!

توکي قا آهي، ٻيو ڪل فاني، مايا مڙيون سڀ مال.

ڪرپا ڪر ڪج پنهنجو ڪو مولا، ٻيڪس تي جل جلال.

ڏينهن ڏکن جا ويٺي گذاريان، سورن جا هي سال.

"آغا" جي دل جي آن شاهد تون داتا، رک پردو دنيا ۾ ديال.

نباهي يار، ٻن همراه تو، اي جان ڪوئي ڪونه آ،

غمزده دل لئي ٻيو سامان ڪوئي ڪونه آ.

ٻئي جي مطلب لئي دنيا ۾ هرڪو نادان آ،

مگر لاءِ مطلب پانهنجي، نادان ڪوئي ڪونه آ.

---

'روپ آسا' طرز: "ڪيڏڻ دے دن چار."

زرينا: اي بانو، اڄ شايد تنهنجي مطلب جي چمن ۾ شادابي آهي.
مهلقا: بيشڪ، مگر اڃا ته دل نادان کي بيتابي آهي.
زرينا: ليڪن پياري، دل نادان، هي اسرار ڇا چاڏي.
جوڳي (علحدو): خدا يا هي عورت نوراني، واقعي آهي دست قدرت جي نشاني.
جوڳي (مهلقا سان): ڪرين ڇو ٿي فرياد اي نيڪبخت،
ويو ٿي ڪو وارث هٿان تاج تخت.
جنهين لاءِ جهنگل ۾ نالان آن،
سگهو ڪر بيان ڪنهن جي خواهان آن.
مهلقا: خدا لڳا کروجي ڪو کوليو ڪتاب،
ٻڌاءِ ته جلدي هي تعبير خواب.
پر از خون ڏنم جام عالي جناب،
برادر ڪيو نوش منهنجي شتاب.
ذرا منهنجو طالع جو ڏس تون حساب،
جو آ دل کي شب زور هي اضطراب.
(جوڳي ڪتاب کولي ڏارو ڦيرائي ٿو)
جوڳي: ڦيرايو مون ڏارو اي عورت شفيق،
گهڻو آ تڪرار ڪيو هر طريق.
عمل پنهنجو پورو ڪيو آ قمر،
ستارو زحل جو اچي ٿو نظر.
نحوست ۾ تنهنجو ستارو ته آ،
وڏيڪ عالم الغيب ڄاڻي خدا.
اي نيڪ نام، گل اندام، تنهنجو ستارو اهڙيقدر

گردش ايام ۾ آيو، جو آخر اچي موت جي زائچي ۾ سمايو، قسمت پنهنجو ڪم رسايو.

مهلقا: نہ وس! ڪنهن جو آ، حرڪت هي قضا جي،
شڪر، جي آه مرضي هي خدا جي.

هاءِ پنهنجي قسمت جو سارو قصور چوان، يا فلڪ ڪج رفتار جو فتور چوان مون ميدان محبت ۾ قدم وڌايو، هي ستم سر تي سهايو، ناحق جيءُ جلايو.

**بيت**

رحم ڪي ڪجھ، ڪاءَ منهنجي حال تي تون اي قضا،
عمر ساري ڪين گهرجي، ظلم هي جورو جفا.

جوڳي: بچا الله ڪندو سڀ آساني آهي،
نا اميدي ڪم شيطاني آهي.

(پڙدي ٿيي — ايگزٽ)

مهلقا: هاءِ قضا مون واسطي هي سزا پسند ڪئي،
اي بخت بيدار تي، تو چو اک بند ڪئي.

زرينا: پياري بانو، تقدير اڳيان ڪهڙي تدبير آهي، مگر صبر ڪرڻ روا آهي، اها هن درد جي دوا آهي.

مهلقا: عندليب زار، آءٌ ممتاز، تون آن گلعزار،
چونہ توتان جان و دل سان، آءٌ ٿيان جانا نثار.
آءٌ هان قمري، سروُ تون آن، گل هان آءٌ، تون عدليب.
عاشق و معشوق ڪان آ، باغ خوبي جي بهار.

**گانو—**

مهلقا: مثل لالامان ڪٽي، اچ داغ هجران تي وچان.
خاڪ سرتي داغ دل تي، سينہ بريان تي وچان.

چونہ روئندي بيڪسي، ميت تي اڄ بعد فنا،
بي ڪفن دنيا مان اڄ، افسوس جانان ٿي وڃان.
ٻاغ دنيا ۾ نہ ھئندي، مون جھڙي ڪا بد نصيب،
پر فضا گلزار مان. اڄ خالي دامان ٿي وڃان.
ٿي چڪو جو ڪجھ ھيو، "آغا" مُنھنجي تقدير ۾،
نا اُميد افسوس جو آءُ پر از ارمان ٿي وڃان.
(ايگزٽ)

# پردو ٻارھون

## مڪان ٽمبڪٽو

انٽر ٽمبڪٽو ۽ ممو
(ٽمبڪٽو روئندو ٿو اچي)

ٽمبڪٽو: ھاءِ خدا مس مس ھڪڙي آڏاري سڏاري، نيڪ طبع واري ٻيٻي عطا فرمائي، سا بہ گونگي ٿي پئي، سڀ ڪمائي وئي اجائي.

ممو: مگر، حضور، ھن شھر ۾ ھڪڙو ڊاڪٽر مسٽر ڊيم فول صاحب، تازو لنڊن مان پارسل ٿي آيو آھي، علاج ۾ يڪتاءِ زمانہ آھي. پير عبدالغلچو جي نانيءَ جو قسم آھي تہ حڪمت ۾ لقمان جو ڏاڏو، بقراط جو ٻابو، ۽ سقراط جو سڳو سالو آھي. انھيءَ کي طلب فرمايو، علاج شروع

ڪرايو- دوا اندر، دم ٻاهر نہ ٿئي، تہ بيبي بندي ڪان پرايو.

ٽمبڪٽو: بابا، اهڙا ڊاڪٽر تہ اڄڪلهہ ٽڪي ٽيهہ تي پيا آهن، پليگ يا سرءَ جي ڏينهن ۾ اگرچ مهانگا ٿيندا آهن، تہ بہ پيسي پنج پيا نيلام ٿين- في الحال تہ اسان کي ڪنهن يوناني حڪيم جو علاج ڪرائڻو آهي، جي اهڙي رسائي آهي، تہ دير اجائي آهي.

(ممو، وفادار کي حڪيم جي لباس ۾ وٺي اچي ٿو)

ٽمبڪٽو: حڪيم صاحب سلام!

حڪيم: سلام، اي نيڪ نام، خوش رهو- مرو تہ منهنجي دوا سان مرو- اگر جنت جي اسپتال ۾ جاءِ نہ مليو تہ جهنم جي شفاخاني ۾ جڳهہ پايو.

ٽمبڪٽو: حڪيم صاحب، منهنجي بيبي ٽن ڏينهن کان گونگي ٿي پئي آهي، ان جو اوهان وٽ ڪو علاج آهي؟

حڪيم: واه، ڇو نہ! آءٌ تہ گهران ٿو تہ خدا ڪري اوهان جو سارو گهرٻار بيمار ٿئي تہ آءٌ علاج ڪيان.

ٽمبڪٽو: اڙي ممو جلد وڃي پياري دلربا کي وٺي اچ، پر ڏسجانءِ متان رستي تي ڀاڙ ۾ ڳالهايو.

(ممو دلربا کي وٺي اچي ٿو)

حڪيم: ڪيئن، پياري! مزاج ڏاڍهن تہ عافيت آهي؟

ٽمبڪٽو: اڙي، هي ڇا ٿو ڪرين شيطان!

حڪيم: علاج ٿو ڪيان نادان- اي عورت، تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟

دلربا: اين اين، اون اون!

حڪيم: واه، عجب سرگم دريت پڙوسون.

دلربا: بي بي، آن آن!

حڪيم: هي وري ٻيو، ڊيپڪ شيپڪ ٿيو.

ٽمبڪٽو: حڪيم صاحب هي غريب ڪيئن جواب ڏيندي، هن جي زبان ته بند آهي.

حڪيم: زبان بند اٿس ته، رڳو ايترو ڪٿي چوي ته آءٌ گونگي آهيان.

ٽمبڪٽو: اوهان مذاق ڇڏيو، مهرباني ڪري ڪو نسخو لکي ڏيو.

حڪيم (علحده): اي منهنجا ڪوڙي بابا سائين، تون ته ساري عمر ٽاٽي آٽي ٽي وئين فوت، هيئنر علاج جا ٻڌايان، موت! خير، هينئر ڪو گپڙ شپڙ جو مصالح ڳنڍي ڪم ته ڪڍي وٺجي.

(ٽمبڪٽو سان): ٻڌ، هينئر آءٌ دوائن جا نالا وٺندو ٿو وڃان، تون لکندو وڃ. پوءِ جيئن آءٌ سمجهايانءِ، ائين ڪج.

## نسخو

| | | |
|---|---|---|
| روغن ريوند چيني | چوني جو تيل | ڪنواري جهرڪي جو ڪير |
| ساڍا تيرهن پاءُ | پنج پاءُ | ڏيڍ سير |
| ماڪوڙن جو مٽ | آسمان جا ڇوڏا | ڦٽڪ ٻڄي جو ٻج |
| ڏيڍ پاءُ | ۷ سير | ۱۴ داڻا |
| چمڙن جا ڪر | ٽيٽيهر جا ٽٽ | ڪڪل مرو جا ڦن |
| ۴ عدد | ۳ ڪن | ۶ ڇڙا |

انهن سڀني دوائن کي ڪٽي، ڇاڻي، هڪ ٽين گاسليٽ

وٽي ان ۾ چرب ڪري، معجون مقوي ٺهايو. پوءِ صبح شام سير ڪن انهيءَ مان نوش جان ڪرايوس. اُميد ته آچر ڪان اڳ سيڪجهه صفا چٽ ٿي ويندو. هن دوا جو نالو آهي: معجون ”دافع عمر“!

ٽمبڪٽو (ممو سان): انهيءَ نالي جو مطلب ڇا آهي؟

ممو: جناب، يعني مرض عمر ڀر دفع.

حڪيم: جي مرض نه، ته مريض ته ضرور عمر ڀر دفع ٿيندو. هينئر اوهان دوائن جي تلاش ۾ وڃو تا، تيسين آءٌ مريض جي چڪاس وٺي ڇڏيان.

ٽمبڪٽو: هان. هان! بيشڪ وٺينس، خوب وٺينس!
(ٽمبڪٽو، ممو—ايگزٽ)

حڪيم (دلربا سان): پياري هينئر ته طلب جي طبيبن کان دل جو مرض نه ڇپاءِ، ٻاڪر پاءِ، ڇاتي ڇاتي سان ملاءِ.
(وفادار حڪيم جو لباس لاهي ٿو)

دلربا: هان! ڪير، منهنجو پيارو يار وفادار. (ٻاڪرپائڻ)

## ڳالو

ڪيو قاتل آ دل تي نگاهن جو آواز— آءٌ نثار، آءٌ نثار!
پيا پياري، آ پريم جي ساري ڪناري -آءٌ جاذان ٿيان ٻلهاري!
تو تان واري — سونهين سر تي ڊ پٽو گلنار،
منهنجي جوڀن جي جاني آ— آئي بهار.
ڪير ڏسي پيا بن سينگار— گلي لاڏو-نين ملايو- وڃان آءٌ نثار.

ٽمبڪٽو: (اندران ڇڪ ٿو ڏئي)

وفادار: هان، هي ڇڪ ڪنهن ڏني؟

دلربا: پيارا منهنجي ڪتي کي زڪام ٿي پيو آهي.
(اندر ٽمبڪٽو)

ٽمبڪٽو: هان، هي بي وفائي، هي ڪهڙي ڪاروائي، ڇگو علاج ٿو ٿئي، پلا بيهه ته تنهنجي اهڙي تهڙي.
(ٽمبڪٽو وفادار کي پڪڙي ماري ٿو ۽ رڙيون ڪري ٿو، دلربا ٽمبڪٽو کي ماري ٿي.)
(ٽيئي ايگزٽ)

# پردو ٻارهون

## جهنگل پوڙون

(اندر مهلقا، ۽ جميل)
(جميل جو مهلقا کي پٺ تي کيرائڻ)

مهلقا: هاءِ، منهنجا دلبند ٻاءَ مون کي هت ڪهڙي رضا آندو آهي؟

جميل: مون نه آندو آهي، تو کي قضا آندو آهي جلد تيار ٿيءَ، تو کي هيئنر هلڻو آهي.

مهلقا: ڪيڏانهن؟

جميل: اصلوڪي گهر ڏانهن.

مهلقا: هاءِ، تنهنجي هي ظالمانا گفتگو منهنجي سمجهه ۾ نٿي اچي، مگر پيارا ٻاءَ، تنهنجون اکيون ڇو لعل ۽ اداس آهن.

جميل: او ڪمبخت بدڪار، تنهنجي خون جون

پياسي آهن. هيءَ ڇري توکي عمر تائين خاموش ڪندي، قيامت تائين توکي وري اُٿڻ جو موقعو نه ڏيندي.

مهلقا: سبب؟

جميل: بي سبب.

مهلقا: قصور؟

جميل: بي قصور.

مهلقا: ڪهڙو جرم، ڪهڙي خطا؟

جميل: او بيحيا، اڃا تائين نه ٿي معلوم خطا، جنهن لاءِ هيئنر ملڻي تي سزا. تون بدڪار ۽ بيباڪ عورت آن.

مهلقا: خدا شاهد آهي، آءٌ الفت ۾ پاڪ هان، اهو اوهان جو فرمائڻ فضول آهي جي، اهو خيال آهي ته زير تلوار ڦٿڪي ساهه ڏيڻ قبول آهي.

يا رب تون محبت ۾ مون کي صبر سدا ڏي،
رخ آهه بتن جو ته صفا جور و جفا ڏي.

**گانو**

* مهلقا: هاءِ، هن گردشِ ايام تي افسوس، افسوس!
هاءِ، هن محنت و آرام تي افسوس، افسوس!
هاءِ، عصمت کي منهنجي خواه مخواه هي داغ لڳو،
هاءِ، هن ناحقي الزام تي افسوس، افسوس!
هاءِ، تقدير ڪان ڇا بات بري آئي پيش،
هاءِ، هن حالت بدنام تي افسوس، افسوس!
هاءِ، آءٌ گهر جي نه تيس، گهاٽ جي ڌوبيءَ توبهه،
هاءِ، الفت جي هن انجام تي افسوس، افسوس!

* طرز: "اي فلڪ تونے ستم هائے غضب ڪيسا ڪيا".

جميل: توکي بدڪاري جو داغ دامنگير آ،
اهائي اي شرير تنهنجي تقصير آ،
جنهن واسطي موت تدبير آ.

مهلقا: آءٌ آهيان پاڪ، منهنجو شان رهي يا نہ رهي، دم رهي، جان رهي، يا نہ رهي؛ آءٌ رهان، نہ رهان، ارمان رهي يا نہ رهي.

جميل: خير، منهنجو تنهنجي پاڪائيءَ سان ڇا؟ آءٌ آهيان زر جو طالب. نيڪ ۽ بدجي پڇاڻ رهي، يا نہ رهي، دين ويند و رهي، ايمان رهي، يا نہ رهي.

مهلقا: آءٌ تہ آهيان بي جرم، بي قصور.

جميل: مون کي تہ آهي زر جو ضرور، اهوئي آهي دنيا جو دستور.

مهلقا: سچ هي دنيا مڪاري آهي، پاڻ کي اج پيڻ کان زرپياري آهي، نہ ٿي گهنگار، اوستمگر. برادر خدا ڪر، خدا ڪر، خدا ڪر، خدا ڪر.

جميل: خير، آءٌ خود آهيان گنگهار، توکي منهنجي گناهہ سان ڪهڙو سروڪار.

مهلقا: ٻئي کي گنهگار بنائڻ وارو خود گنهگار ٿئي ٿو، جهنم جو سزاوار ٿئي ٿو.

ظالم کي هن جهان ۾ عزت نٿي ملي،
سڀ ملي ٿو، ايمان جي دولت نٿي ملي.

جميل: نفس تي جي قابو ٿئي ها، تہ فرشتو هربشر ٿئي ها.

مهلقا: منهنجي تہ هن وقت تائين آهي پروردگار عصمت بچائي، جو ڪنهن بدڪار جي ڦندي ۾ نہ آئي.

جميل: تنهنجو ڪٿي ڪهڙو نه حال آ، پر مون کي ته سچ پچ زر جوئي خيال آ، زر جي لاءِ ڪندس هي ظلم بيشڪ.
مهلقا: تنهنجي حق ۾ برائي آ.
جميل: أ آڙائيندس تنهنجو سر.
مهلقا: پيارا پيءُ مون گردن جهڪائي آ.
جميل: آءٌ ڪنهن جو پيءُ ڪين آهيان، آءٌ زر جو هان طالب.
مهلقا: ڪجهه ڏيان ڪر توتي شيطان آ غالب.

بيت

مهلقا: (علحدو) اي باد صبا يار کي وڃ جلد ڏئو پيام،
تقدير ڪيو اي مٺا، منهنجو هتي مقام.
(جميل سان) اي جميل جي پنهنجي پيءُ جو ناحق خون ڪندين ته حشر ۾ شرمنده پيش خدا ٿيندين، توکي جا ملند و جو ڪرين ٿو قهر.
جميل: زر، زر، زر، زر.
مهلقا: ڇا توکي پيءُ کان زياده زر سان پيار آهي؟
جميل: بيشڪ، زر سان ئي زماني جو ڪاروبار آهي!
مهلقا: پيارا پيءُ، ماتا اڳيان ڪهڙو جواب ڏيندين، جڏهن هوءَ توکان هن مظلوم، بيڪس، جگر جي ٻند جو احوال پڇندي؟
جميل: بس، حجت تمام، هينئر پنهنجو سر جهڪاءِ، جلدي.
مهلقا: جهڪايو آهي مون سر، تون محبت جو جهڳڙو چڪاءِ، جلدي.

جميل: (پٽ تي اچلائي) هينئر تنهنجو ڪير مددگار آهي؟
مهلقا: پاڪ پروردگار آهي!
جميل: آرزو دل ۾ تنهنجي ڪائي باقي آهي؟
مهلقا: آرزو ڪجهه نه آهي، هينئر موت جي مشتاقي آهي.
جميل: ڪنهن سان ملڻ جو ارمان آ؟
مهلقا: ملڪالموت جو ڏيان آ.
جميل: هينئر ڇا کائيندي پيئندينءَ؟
مهلقا: شربتِ موت.
جميل: دل ۾ جو ارمان اٿئي اظهار ڪر!
مهلقا: ڪجهه نه آهي تون خنجر تيار ڪر.

**بيت**

راضي هان مون جو ڪجهه منجهه قضا آ.
ظالم اگر بشر آ، ته عادل منهنجو خدا آ.

(قاسي گلي ۾ وجهڻ)

مهلقا: هاءِ، مٺي مادر، مون کي ڪهڙين اميدن سان پاليو هيو. منهنجي نصيب ۾ هي پريشاني رکي هئي، منهنجي لوح ۾ هي بدنامي لکي هئي. پيارا پيءُ، ڇا منهنجي پيار جو اڄ هي حق ادا ڪرين ٿو؟ برائي خدا، هن پنهنجي نئي گلستان کي بادِ بهاري کان اڳ برباد نه ڪر، اهڙو بيداد نه ڪر، اي جميل، هن بيڪس ٻيڻ جي حقير حال تي رحم ڪر، خدا توتي رحم فرمائيندو. رحم، رحم او جميل رحم!
جميل: مون کي زر سان پيار آهي، خدا رحم ڪري، يا نه ڪري، تنهنجي اجل جو ٻيڙو تيار آهي، خدا ڪرم

ڪري، يا نه ڪري.

مهلقا: هاءِ، دنيا جو خون سفيد ٿي ويو، اي پياري ماتا، اج هن دک جي مسائي، غم جي ستائي، پنهنجي جائي، بيڪس ملهقا جو هي پريشان حال ته اچي ڏس. گلي ۾ ڦاسي آهي، ڀاءُ ڀيڻ جي خون جو پياسي آهي.

اي رات جا چمڪندڙ تارؤ، هي پوشاڪ زريني آتاريو، هي ماتمي لباس ڀاڙ تي سنواريو. جلد متي ممتاز کي ٻڌايو ته تنهنجي مهلقا، تنهنجي ڪاڻ ڪسڻ جي لائق ٿي، اج اجل جي جام پيڻ جي شائق ٿي.

جميل: (علحدو) کهڙي نه جگر سوز تقرير آ، جنهن جي لفظ لفظ ۾ تاثير آ.

مهلقا: منهنجا چڱا ڀاءُ، ياد ڪر جو جڏهن توکي سر ۾ درد پوندو هيو، تڏهن هنن نازڪ نازڪ هٿن سان توکي زور ڏيندي هيس ۽ هي نماڻا نيڻ تنهنجي تڪليف ڏسي زار زار ڪري، بهار وانگر برسندا هئا. هي گردن جنهن کي گهڻن تائين تون پنهنجي گود ۾ رکي، پيار مان چميون ڏيندو هئين، ۽ جنهن ۾ پنهنجن هٿن سان خوش رنگ گلن جا هار وجهندو هئين. ڇا، آف! آهي ساڳيا هٿ اج انهيءَ نازڪ گردن تي ڇري وهائڻ واسطي تيار آهن.

جميل: (علحدو) آهه، هي نازڪ شيشو پٿر کي چڪنا چور ڪري رهيو آهي، دل هن جي منٿين منٿين ٻولين سان نرم ضرور ٿيندي، رحم جي طرف مجبور ٿيندي. او بيوقوف دل سنڀال. سنڀال، ڇو ڏڪين ٿي، تڙپين ٿي، لرزين ٿي. ڇا تون پنهنجي ماتاسي آواز سان ستل رحم

کي سجاڳ ڪندينءَ. نه، نه، پٽڙ ٿي. او بزدل ٻڌائڻ وارا روح، هٽ، دور ٿي، دور ٿي، اي خوني ديوتا مون کي همت ڏي، جلد ٿي.

مهلقا: جن الفت ۽ خلاص ڀرين اکين ۾ مٺا ڀاءُ سڄڻ مون وجهندو هئين، انهن تي گهڙي دم ۾ گور جي سياهي ڇائي ويندي، ۽ موت جي ننڊ غالب ٿيندي، ۽ تون سنگدل ٿي پيو ڏسندين، ڇا هي توکان سٺو ويندو. نه، نه، هرگز نه. ضرور فرشتا تنهنجي دل ۾ دخل ڪندا.

جميل: اي اجل گرفته، ڀلا هيئنر ڇا جي طلبگار آهين؟

مهلقا: رحم، مروت.

جميل: اي نادار، بدڪار عورت، جميل جي مروت جو خيال صاف ڇوڙ، چراغ ٿي، هوا سان نه رشته جوڙ. تنهنجي خون جي تيغ تر ڪرڻ جو قسم کاڌو آهي.

مهلقا: بري ڪم واسطي قسم کائڻ هي به هڪ قسم جي برائي آهي (جميل رسيءَ سان هٿ ٿو ٻڌيس ۽ ڦاسي سخت ٿو ڪري).

مهلقا: نه، نه، پيارا ڀاءُ، مون کي رسي نه ٻڌ، ڀل مون تي ڇريءَ جو وار ڪر، سر تن کان ڌار ڪر، آءٌ هرگز دانهن فرياد نه ڪندس، آءٌ صبر سان هي سڀ ستم سر تي سهنديس.

جميل: بس، خاموش، صبر.

مهلقا: آءٌ چرندس به نه ۽ توڏانهن غصي سان به نه ڏسندس. تون ڏک ڏيندين، آءٌ معاف ڪندس.

جميل (ڦاسي طرف وڌڻ): بس، جلد تيار ٿي.

مهلقا: ڇا، ڪوئي چارو ناهي؟

جميل: ڪوئي ناهي.
مهلقا: ڪجهه؟
جميل: ڪجهه به نه.

ڏو مهلقا:

* تمنا سئر گلشن جي، اڙي صياد باقي آ،
نڪر قيد قفس بلبل، اها فرياد باقي آ.
بهاري جونه غنچه هيئن، هتن سان تو ڙاي ظالم،
دنيا ۾ چند روز هي چمن آباد باقي آ.
لهو دامن ڪان تو ڌوتو، وليڪن حشر تڪ قاتل،
تنهنجي گردن ۾ منهنجو خون، اي جلاد باقي آ.
خدا حافظ آاي "آغا"، چراغِ زندگاني جو،
گهڙيءَ دم هي دنيا ۾، اج دلِ ناشاد باقي آ.

زباني: اي موت توکي مبارڪ هجي، توکي چڱو حيلو هٿ آيو، مون پنهنجو مطلب وڃايو، قضا تو ڪم رسايو. افسوس، مون کي معلوم ڪين هيو، ته تو جهڙو جميل بيدرد، ظالم، سنگدل پاڻ، مليندو، افسوس!

جميل، بس، خاموش، تو صبر ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي، صبر ڪر.

مهلقا: بيشڪ، اي جميل مون کي پنهنجي موت جو خيال ڪين آهي، صرف اهو ملال آهي، ته محشر ۾ توکي پيارا پاڻ هن خون جي سزا وار نه ڏسان، جهنم جي عذاب ۾ شل گرفتار نه ڏسان.

* 'پيروي' طرز: "ڪهو بلبل ڪو ليجاوے چمن سے آشيان اپنا."

مگر، ڀڄي ڇاڻ ته آئي به تنهنجي مظلوم بيڪس ڀيڻ جي زبان تنهنجي واسطي سفارش ڪندي. هيءَ آلفت ڀري دل تنهنجي پر تقصير حال تي فرياد زاري ڪندي.

جميل (علحدو): او مجنون، قيس، جو خون، پياري. بيگناه همشيره جو خون، دل جو خون، جگر جو خون. آف، ڇا!

مان پنهنجي بي تقصير ڀيڻ کي هنن بيقصور هٿن سان ماربان. اهڙي عيش عشرت جي گود ۾ پليل نازڪ گل اندام تصوير جو خون، ناحق زمين تي هاريان، هن دنيا ڪتي جي واسطي. مگر افسوس، آءٌ ڏسان ٿو ته هن دنيا جي طرف ته دل للچائڻ تي لڳي. ڏسان ٿو هن بيقصور ڀيڻ جي طرف ته خون جوش ۾ ٿو اچي.

(مٿي ڏسڻ)

آها، ها، آسمان تي هڪ شفق نظر ٿي اچي، نه، نه، هي شفق ناهي، آسمان مان رحم جا فرشتا خوني لباس ۾ پنهنجو رخ ڏيکاري رهيا آهن. اي آسماني فرشتو، ذرا پنهنجو منهن هن سياه فلڪ جي پردي ۾ لڪايو. اي انڌيري رات جا روشن ستارؤ، اوهان به ابر جي آغوش ۾ پاڻ ڇپايو، ڇپايو! جيسين هن معصوم جو قصو تمام ٿئي. اي اک نه رو، اي دل نه گهبراءِ، مگر، آه! هي چراغ (اشارو چراغ ڏي) جو هن وقت روشن ٿو ڏسان، اگر گل ڪندس ته وري به روشن ڪري سگهندس، مگر (اشارو مهلقا ڏي) اي بزمِ حيات جي جان سوز شمع، اگر توکي وسائيندس، ته تنهنجي وري روشن ڪرڻ جي آميد دل ۾

قيامت تائين نہ پائيندس، مگر افسوس، مون کي دنيا پياري نظر تي اچي. هن کي مان ماريان (زور سان) ها ها، آف! زمين تڙپي ٿي، فلڪ لرزي ٿو. اي آسمان تون پلٽ، زمين هٽ. اي رحمدل فرشتؤ ذرا منهن ڇپايو، لڪايو ماريندس هرگز نہ ڇڏيندس.

(قاسي ڏئي، قاسيءَ جي طرف اشارو ڪري بيهي ٿو)

مهلقا (قتلڪڻ وقت): رحم، رحم، رحم، او ظالم رحم!

(مهلقا جو قتلڪڻ ۽ سندس سهيلين جو ڳائيندي اچڻ)

**ڳائڻ**

سهيليون: هلوڏسون، هلوڏسون، هلوڏسون، حقيقت ساري،
ڪير ڪري ٿو، هي آه و زاري.
چو آئينءَ پياري بن ہر،
ڇا سوچ ڪئي تو من ہر،
ڪائي جان آ، باقي تن ہر.
پئي بيڪس آ لاچاري — ڪير ڪري ٿو.

(ڊراپ سين)

# باب ڇهون

## پردو ڦهرڻون

### مڪان تمبڪنو

(انٽر دلربا)

**گانو دلربا:**

* واه منهنجي ڇوٽي جوبن جي بهار،
آءٌ ته آهيان رنگيلي رسيلي نار.
پر دل اُداس آ، نه پيسو پاس آ،
شوهر کان آهيان بيزار.
پنهنجي نازڪ بدن تان پنهنجي
ڇوٽي جو بن تان
انهيءَ مٽي کي ڪريان نثار.
آءٌ بيزار، آءٌ بيزار ڪيان وار وار،
جڏهن نڪري هي دل جو بخار.
(تمبڪنو جو ونگ پر لکي هڏڻ)

**زنانڊي**

دلربا: صورت گوري، نصيب ڪارو. اهڙي منحوس

* ٺمري– طرز: "واه ميري ڇوٽي جوبن ڪي بهار......"

جي پالي پيس جو ڪمائڻ لاءِ چؤ ته ڪري ٿو حيلو حوالو،
مري به نٿو مئو رزالو. سارو ڏينهن وينو چارپائي ٽوڙي
ٿو، مفت جون مانيون مروڙي ٿو. خير، ڪالهه جيڪو
جوڳي صاحب منتر سيکاريو هو، آهو ياد آهي،
اڄ ضرور پڙهي هن مئي کي لنڪا جو لنگور بڻائينديس ۽
سارو ڏينهن هن کوبلي کي سلام ڪرائينديس ۽ چونديس
"ڪيو ميان صاحب سلام. ڪيو ميان صاحب سلام."

ٽمبڪنو: بيبي صاحب سلام. بيبي صاحب سلام، نيڪ
بيبي سلام. مگر بڌاءِ ته اڄا ڪيترين دعائون ڪندين،
سڀ اڄ ختم ڪندينءَ يا ڪجهه سياڻ واسطي به ڊپازٽ
رکندينءَ؟ هاڻي هي ڪهڙو آهي گڙبڙ گهٽالو، بڌاءِ؟ منهنجي
بابي جي خالو يا عاشقن جي ديگڙي جو گرما گرم مصالو.

دلربا: ميان آءٌ چوان ٿي، ڪٿي ٻئي هنڌ نوڪري
چو نه ٿو ڪرين، جو ناحق بکن ۾ ٿو مرين. ٻڌو نه اٿئي
ته ڪر مزوري، کاءُ چوري.

ٽمبڪنو: ڇا، ٻي چوڪري ڪيان، ٻلا آها ڪيترن
ورهين جي آهي.

دلربا: مئا چوڪري نه، نوڪري.

ٽميڪنو: واه خوب، نوڪري. ڇا ڪوئي منهنجي
بابي جو نوڪر آهي، جو مون کي نوڪري ڏيندو. بيبي،
اڳي نوڪري هئي، نوڪري، هينئر نوڪري آهي ٺوڪري؛
وڏي نوڪري ته وڃهه جهنم ۾. هينئر اگر جتين صاف
ڪرڻ جي نوڪري يا گهوڙي جي سئيسي ڪٿي گهر، ته چون
ٿا بي. اي. ڪلاس يا ايم. اي. جو سرٽيفڪيٽ پيش ڪر.

دلربا: پوءِ آخر ڪهڙو خيال آهي؟

ٽمبڪٽو: مان تہ ٻيبي اڄڪلهہ هڪ حڪيم صاحب ڪان ڪيميا سکي رهيو آهيان.

دلربا: ڪيميا وري ڪهڙي چيز آهي؟

ٽمبڪٽو: هيءَ ہِ هڪ دنيا ڪمائڻ جي تجويز آهي.

(ڳائو ٽمبڪٽو ۽ دلربا)

ٽمبڪٽو: توڏان وڃان آءٌ نثار ري — توکي ناهي شرم، ها.

ٽمبڪٽو: منهنجي آ صورت،

دلربا: آلـو جـي مورت.

ٽمبڪٽو: مان هان گلي گلزاري، توکي ناهي شرم، ها

ٽمبڪٽو: آ تہ هان اختر،

دلربا: مـثـل بـندر.

ٽمبڪٽو: تنهنجي گلي جو هار ري — توکي ناهي شرم، ها.

(دلربا ايگزٽ)

ٽمبڪٽو: واه واه، ڇا گردشِ روزگار آهي، شان پروردگار آهي، پهلوءِ گل ۾ خار آهي، عورت تي ڪهڙو اعتبار آهي، جنهن جي بغل ۾ آهي، تنهن جي يار آهي.

زاغ جي چهنب ۾ انگور، خدا جي قدرت،

پهلوءِ حور ۾ لنگور، خدا جي قدرت!

واه ڙي، واه. مون کي ڪهڙي نہ نيڪ خيال ٻيبي ملي آهي، خدا ڪري شل اهڙي ٻيبي سيڪنهن کي ملي. آمين! ڀلا ٻيهہ تہ سهي تنهنجي اهڙي نهڙي، تنهنجو گرم حلوه ٿو پچايان، جناب اعليٰ طبع جو تند آهيان، تمام هنرمند آهيان، خام خردمند آهيان، دنيا جي گولي جو

ڪوسو ڪمربند آهيان. مطلب ته ڪيترن قسمن جا هنر ڄاڻان ٿو: جعلي نوٽ به ٺاهيان ٿو، مگر هن ڪمبخت بدڪار عورت کان البت تنگ آهيان، مون هزارن کي وڏي گهر (جيل) پهچايو، پر هي پوڙهي زادي مون کي به خدا جي گهر (قبرستان) پهچائي ٿي. خير انهيءَ جي تدبير ڪرڻ ضروري آهي، جان جي حفاظت خدا جي منظوري آهي.

(انٽر دلربا)

دلربا: مٺا مشٽنڊا ڀِنگ گهوٽڻ جا ڏنڊا، ڪجهه ڪائڻ لاءِ آڻين ٿو يا اتي ويٺو ميون جهرڪيون اُڏائين ٿو. شايد تنهنجي اڄ وري موچڙن کائڻ تي مرضي ٿي آهي.

ٽمبڪٽو: اجهو وري به اهوئي بيهودو جهيڙو رڳڙو- هان، ڏس هي پنجن سون رپين جو نوٽ! هينئر بازار ۾ وڃان ٿو سڀڪجهه حاضر سرڪار ڪيان ٿو. دلجاءِ ڪر.

دلربا: ميان ذرا نوٽ مون کي به ته ڏيکار.

ٽمبڪٽو: بس پريان ڏس، هٿ نه لڳاءِ.

(دلربا نوٽ کسي)

دلربا: بس ڄاڻو ٿنڍي ٿنڍي هوا کائو، چلتي ڦرتي نظر آئو. واپس گهر نه اچو، چڪلن ۾ وڃي نچو، نچي نچي مچو، اوري ايندين ته کائيند يسانءِ ڪڇو.

ٽمبڪٽو: ڏس، مائي آءٌ آهيان مرد سپاهي، تمام جلدي غصي ۾ اچي وارو. بهتر آهي ته پنهنجي روح جي ريل گاڏيءَ کي منهنجي طوفان غضب کان بچاءِ.

دلربا: ميان منهنجي به اندر جي انجڻ ۾ غصي جي اسٽيم تمام تيز ٿيندي ٿي وڃي.

ٽمبڪٽو: ڏسجانءِ، موت جي اسٽيشن تي تنهنجي گاڏي ٽڪرندي.
دلربا: ته ڇا تو خدا جي گنج جي ٽڪٽ ورتي آهي؟
ٽمبڪٽو: مون لائن ڪلير ڏنو آهي، هينئر ڇاڻ تنهنجو ڪوچ ٿيو.
دلربا: هل هل، مئا مردود، شيطان جا ساٿي نمرود. مئو ڪوگند جو گاڏو آهي، رستم آ، يا رستم جو ڏاڏو آهي.
ٽمبڪٽو: مون کي نٿي سڃاڻين، آءٌ ڪالي ديؤ جو سڳو پيٽيوو آهيان.
دلربا: ته آءٌ به لعل ديوَ جي ماٽيلي سس آهيان.
ٽمبڪٽو: ته ڇا ڪشتي لڙنديئي، ملهه وڙهنديئن. ڏس بيبي ٺوٽ واپس ڪر، نه ته موچڙن سان ڪوپريءَ مان ڪچوڻبر ڪيندو سانءِ.
دلربا: هل هل مئا ماريا، ڏاڙهيءَ ڪوڙيا. تون هڪ چوندين ته آءٌ ڏه ٻڌائيندي سانءِ.
ٽمبڪٽو: اها ڳالهه آهي ته ڏس پلا، اڙي منهنجي قبلهگاهه جا غصا جلد آءٌ، ته ڪيدان هن جي ڪوپري مان ڪارو واءُ.
دلربا: اڙي مئا چمار، پيءُ ته تنهنجو مري ويو آهي، پنهنجي ماءُ کي پڪار.
ٽمبڪٽو: شيطان حي ناني، نٿي ڇڏين بدزباني— پياري ڏس ڪنهن بلا ۾ ڦاسي ويندينءَ.
دلربا: مون کي ڦاسائڻ وارو پاڻ آفت ۾ ڦاسي ويندو.
ٽمبڪٽو: ڏس پياري، مڃي وڃ، پڇتائيندينءَ.

دلربا: منهنجي بلا پڇتائيندي. هينئر ته بندي خوب عيش آڏائيندي.

ٽمبڪٽو: خدا خدا ڪري اڄ مس مس موقعو هٿ آيو جا پاڻ کي منهنجي ڏاڏي سمجهندي هئي، تنهنجو به اڄ آءٌ پرڏاڏو بڻجي ويس - بس هينئر ڪنهن کي نوٽ ڏيکاريدائين ته پاڻ تي آفت ناگهاني آڻاريدائين.

(دلربا ايگزٽ)

**گاڻو ٽمبڪٽو:**

*آءٌ خنجر زهري پالو هان، آءٌ مرد صفا متوالو هان،
رگڙي جهگڙي جي هندي جو. آءٌ گرما گرم مصالو هان.
رهزن جي آءٌ ريل گاڏيءَ جو، اندر ميجٽ گاڏو هان.
حرڪت، شرڪت، حڪمت ۾ آءٌ، شيطان جو پي ڏاڏو هان.
او هان مون کي مار سمجهو، لچن جو سردار سمجهو،
دنيا جو آزار سمجهو، شيطان جو يار سمجهو.

(سپاهي دلربا کي گرفتار ڪري اچن ٿا)

فوجدار: ڪيئن او ملعون هي نوٽ جو ڪهڙو معاملو آهي؟

ٽمبڪٽو: هان حضور، منهنجو ڪوٽ ذرا شڪم شريف (حضرت پيٽ) جي ڏوڪڙ ڪان ڦاٽي پيو آهي، ڪمبخت درزي به سبي نٿو ڏئي.

فوجدار: او بدمعاش، صاف جواب ڏي، هي نوٽ تنهنجو آهي يا نه؟

* طرز: "مين آفت کا پرکالا هون"

ٽمبڪٽو: فوجدار صاحب نوٽ ڪهڙي جهنگل جي جانور جو نالو آهي، مون کي اها اوهان جي پليسي گپڙ شپڙ سمجھ ۾ نه ٿي اچي.

فوجدار: هي عورت هڪ مصنوعي نوٽ بازار ۾ وڪڻڻ آئي، گرفتاريءَ بعد ظاهر ڪيائين ته ٽمبڪٽو منهنجو خاوند آهي جنهن مون کي هي نوٽ ڏنو آهي.

ٽمبڪٽو: اڙي توبهه توبهه ڪيو، هي ته منهنجي سڳي ذاتي آهي، اها هن جي صاف بي‌ايماني آهي، توبهه، توبهه، الله توبهه!

دلربا: منهنجا ميان، ڇا هي نوٽ تو مون کي ڪين ڏنو هيو.

ٽمبڪٽو: اڙي گلي‌پڙو عورت، توبهه ڪر، عقل ڪر! آءٌ ته توکي جاڻا به ڪين سڃاڻا به ڪين.

(علحدو) ڪيئن يارو— خوب لڳو وارو.

دلربا: هَي هَي، ڇا تون منهنجي خاوند ٿيڻ ۾ به انڪار ڪرين ٿو.

ٽمبڪٽو: آءٌ ته توکي پنهنجي ماءُ جي برابر سمجهان ٿو. متان مائي ڀلي هجين، غور سان ڏس، غور سان ڏس.

(علحدو) ڪيئن يارو اهڙي بدڪار لاءِ اها سزا ڪافي آهي يا نه.

دلربا: منهنجا پيارا ميان، منهنجو قصور معاف ڪر، دل صاف ڪر. مون توبهه ڪئي، مون کي ته تون چاهيندو هئين، جان کان زياده.

ٽمبڪٽو: مگر ڪوئي نه آهي ايمان کان زياده.

دلربا: واه ڌنهنجو عشق و محبت جاني بيوفا.
ڏمبڪڙو: هاءِ ڌنهنجي لن تراني، بي ايماني بيوفا،
دلربا: مون کي ڌنهنجي الفت جو هميشه به اقرار آهي.
ڏمبڪڙو: ليڪن مون کي صاف صاف انڪار آهي.
دلربا: هاءِ، او بيوفا، ڌنهنجي هن ظلم منهنجي دل ۾ ناسور وجهي ڇڏيو آهي.
ڏمبڪڙو (عليحدو): توبهه، ڪالهه منهنجي گهر ۾ فتور وجهي ڇڏيو— قتل الموذي، قبل الايذا.
دلربا: هاءِ، منهنجو پيارا.
ڏمبڪڙو: ڪتي اٿئي اهو يار وفادار (ڪارو ڪتو).
فوجدار: تڏهن تون هن جي خاوند ٿيڻ کان صاف انڪاري آهين.
ڏمبڪڙو: هيءَ ته منهنجي پيءُ جي ڀڻي لڳي، الله الله ڪيءِ، هيءَ ته منهنجي ڏاڏي پڙڏاڏي جي به مائي لڳي. انهن جو به قسم آءٌ ڏو کاوان، چا مائي، تون منهنجي عورت آهين؟
دلربا (غصي ۾ ڀرجي ڇوڻ): تون سچ پچ مرد بي غيرت آهين!
ڏمبڪڙو: اڙي حضور، هن کي پڪڙيو، هيءَ ته ڪاڻي ٿي، ڏند به ڪرني ٿي. شايد هيءَ ڪا ڏاڻ عورت آهي، يا هن جي دماغ ۾ ڪا حرڪت آهي.
فوجدار: ڪيئن، اي بدصورت پر فطرت عورت، تون واقعي پاگل آهين؟
ڏمبڪڙو: هان هان، ٺيڪ، ٺيڪ، سادا ستر ذهن آنا

پاگل آهي جلد گندوبندر پارسل ڪيوس.

دلربا: نه نه، آءٌ پاگل ڪين آهيان. اڙي هن تي غصو اچي ٿو. هن جون هڏيون ڇپيان، هن جو ماس ڪاٽيان، هن جو رت پيان، هن جو حلوو پچايان.

ٺمبڪٺو: اول ته تنهنجو مربو ٺو ٺاهيان، فوجدار صاحب ذرا چڱي جهليوس، يا جلد گدوبندر وي. پي. ڪيوس، نه ته شهر ۾ نقصان ڪندي.

فوجدار: هلو، هينئر هن کي وٺي هلو ۽ جلد گدوبندر پهچايو.

(فوجدار، سپاهي ۽ دلربا ايگزٽ)

ڏيک

ٺمبڪٺو (اڪيلو):

سرنوشته ڪاتب تقدير هن ڪاغذ ۾ هوء،
فيصلئه تقدير جي تحرير هن ڪاغذ ۾ هوء.

واه ڙي پنجين سوين جا نوٽ، واه - اهڙي ڏوم ڏام سان منهنجي شادي به، ڪين ٿي هئي، جهڙي منهنجي پاڪ دامن ٻيبيءَ جي اچ گرفتاري ٿي، ڪيئن يارو، مولا ڏنو وارو. آخر روزن پٺيان عيد آهي. مطلب ته موقعو ملي ويجي ته پنهنجي ٺمبڪٺي ٽيڪان به مڪري نه وڃان ته منهنجو ذمو. هينئر وڃڻ گهرجي. ڪنهن ٻئي ولائتي وارنيش لڳل خوب پالش ٿيل ليڊي جي تلاش ڪجي، هنن ڪنترين مان ڪجهه مزو ڪين آهي.

(ايگزٽ)

# باب ٻيو

## پردو پهريون

### مڪان شمشاد

انٽر جميل: آه، موت، قتل، خون ڇا؟ ڪنهن جو خون، دل جو خون! لخيت جگر جو خون! ڇا جي واسطي، هن دنيا مڪار جي واسطي؛ ڇا جي واسطي — هن زر بدڪردار جي واسطي! خير، فڪر ناهي، دنيا ڪمائجي ڪرسان، روٽي کائجي شڪر سان. مفلسي ۾ جيئڻ شرمساري آهي، بلڪ لاچاري آهي. ذلت ۽ خواري آهي، جنهنڪري دنيا هر انسان کي پياري آهي.

شاه وگدا آ خيال ۾، پيسي جي واسطي،
هرڪوئي آ جنجال ۾، پيسي جي واسطي.
سڀ ڪوئي آ بيمار، ڪوئي تندرست ناه،
دنيا جي اسپتال ۾، پئسي جي واسطي.

هينئر جلد وڃي دوست شمشاد کي واقف حال ڪيان، پاڻ کي زر و جواهر سان مالا مال ڪيان. هينئر منهنجي

مدعا پوري ٿي، نحوست جي زماني کان دوري ٿي؛ بس، هينئر عيش، شادي، جشن.

(اندر ڌمبڪڻو)

جميل: مرحبا، مرحبا، اي يار خوش اطوار!

ڌمبڪڻو: لعنت، لعنت، او خوني بدڪار!

جميل: ڇو ڌمبڪڻو، خفگي جو ڪهڙو سود؟

ڌمبڪڻو: هل هل، شيطان جا ساٿي نمرود.

جميل: ڇا تنهنجو مون ۾ ڪو شڪ آهي؟

ڌمبڪڻو: خدا جو انصاف حق آهي. هر عمل جي هڪ سزا ۽ هڪ جزا موجود آ- بندو سرڪش آهي، ته مٿي خدا موجود آ.

جميل: سڀ ڪي آهي رنج مون کي غم نه آ ته ڪجهه نه آ؛
ٻيا روئن پنهنجي گهر، ماتم نه آ ته ڪجهه نه آ.
آدمي دنيا ۾ خوش هردم نه آ ته ڪجهه نه آ،

ڌمبڪڻو: ٿو ڪرين نخرا تون، هي تقدير ۽ اقبال سان،
پر خدا جي وار کي، روڪيندين ڪهڙيءَ ڍال سان.

جميل: بي سبب خفا ٿيڻ؟

ڌمبڪڻو: دنيا جي بدلي دين ڏيڻ!

جميل: ناحق بدگماني.

ڌمبڪڻو: پنهنجي پيءُ سان هيءَ بي‌ايماني!

جميل: ڪنهن مون کي مجرم ٺهرايو؟

ڌمبڪڻو: وفا!

جميل: ڪنهن مون کي جرم ڪندي ڏٺو؟

ڌمبڪڻو: خدا!

جميل: ڪنهن گواهي ڏني؟
ٽمبڪٽو: زمين و آسمان!
جميل: ناحق تو لڳائي هي مون تي الزام، ڏ سجو.
ٽمبڪٽو: تي چڪو جو ڪجهه هيو، هينئر انجام ڏسجو
جميل: احمق!
ٽمبڪٽو: ظالم!
جميل: جنوني!
ٽمبڪٽو: خوني!

جميل: تون مون تي اهو الزام لڳائين ٿو، جو ڪڏهن نه معاف ٿيندو.

ٽمبڪٽو: تو انهيءَ خون سان هٿ رڱيا آهن، جو فرشتن جي ڳوڙهن سان نه صاف ٿيندو.

جميل: ديوانا دولت اهڙيءَ ريت هٿ اچي ٿي.
ٽمبڪٽو: مگر چا، دولت قبر ڏانهن ساڻ هلي ٿي؟
جميل: ليڪن هتي ته عيش ڪرائي ٿي.
ٽمبڪٽو: اهو خيال فضول آهي دنيا ايماندارن لاءِ جهنم آهي.
جهنم لاءِ جنت ڇڏڻ. هيءَ تنهنجي ڀل آهي.
ڀل خدا کان ڪين، گر ايمان دولت سات آ،
چار دن جي چاندني، ٻيءَ پوءِ انڌيري رات آ.

## گانو

ٽمبڪٽو: لعنت ٿئي لعنت لعنت، لعنت، ٿي بدڪردار،
صورت تي تنهنجي پرفتنه دائم آ لعنت،
بدڪردار بدڪردار.

هي حشمت هي دولت ڪمايو، ڪمايو،
مظلومن جا سرڙا ڪپايو، ڪپايو.
هي ڪارو منهن جڳ کان لڪايو، لڪايو،
طوق لعنت جو گلي پايو، پايو.

(انٽر شمشاد)

شمشاد: اسلام عليڪم اي سچا دوست، جگر جا گوشت، دل جا پوست.

جميل: عالي جناب هي، ته آهيءَ جاءِ حجاب، اوهان بندي کي ايترو قدر عزت جي نظر سان ٿا ڏسو، جنهن جو هو حقيقت ۾ لائق ڪين آهي.

شمشاد: اها اوهان جي عالي صفاتي آهي، جو پنهنجي تعريف پسند نه ٿي اچي، اها وصف ذاتي آهي.

ڪري ٿو ناپسند تعريف سوئي جو ڪه عالي آ،
بچي ٿو سو ئي ٺوڪر کان، جو برتن يار خالي آ.

شمشاد: جميل!

جميل: جناب!

شمشاد: ڪائي خبر؟

جميل: قبر.

شمشاد ڪنهن جي؟

جميل: پنهنجي باغ جي، بلبل جي، پنهنجي چمن جي، گل جي.

شمشاد: يعني؟

جميل: مهلقا بد نصيب جي.

شمشاد: آه! اهڙي قريب جي، مگر ڪنهن جي واسطي؟

جميل: هڪ تو جهڙي سچي يار، غمگسار، مددگار جي واسطي، گرچ پنهنجو چمن برباد ڪيم مگر تنهنجي دل ته شاد ڪيم.

ٽمبڪٽو: تو خشڪ ڪيو سمندر، هڪ گوهر جي واسطي.
آتش چمن ۾ تو ڏني، ثمر جي واسطي.

شمشاد: تي وئين پاڳل ڪجهه عقل تميز آهي، بي ادب غلام هي ڇا چيز آهي؟

ٽمبڪٽو: تون.

شمشاد: ڇا مان.

ٽمبڪٽو: شمشاد.

شمشاد: ڇا شمشاد.

ٽمبڪٽو: هان شمشاد، شمشاد جو طور، شمشاد جو نمونو، شمشاد جو رنگ، شمشاد جو ڍنگ، (اشارو جميل طرف). هن ۾ به رحم جو قطرو ناهي، تو ۾ به رحم جو ذرو ناهي، هن ۾ به دوست دشمن جي تميز ناهي، تو ۾ به اها چيز ناهي. هن جو منهن به روشن مگر ناري، دانگي ڪي شرمائڻ واري – تنهنجو منهن به سفيد، دل ظلمات جي طرح ڪاري آهي.

خرمن جان جي واسطي هي آگ ۽ تون برق،
الغرض ٻئي آهيو يڪسان، رڳو آهي قد جو فرق.

هي ٻي پاگل، تون ٻي پاگل. هي ٻي جاهل، تون ٻي آن؛ هي ٻي انڌو تون ٻي انڌو، هي ٻي قاتل، تون ٻي آن.

شمشاد: بي ادب غلام، تون خنجر جي ميان واڱر،

اسان تي وار ڪرين ٿو، ناحق اسان کي شرمسار ڪرين ٿو.

ڪمبخت: بيشڪ آءٌ خنجر ٻه ميان آهيان، ليڪن آهو ڪين آهيان، جنهن سان ڪاسائي بيگناهن جا ڪنڌ ڪلهؤن ڪوري ڪڍن ٿا. آءٌ اهو اوزار آهيان، جنهن سان حڪيم سڙيل ۽ گندي گوشت کي ڪپي ڪوري، بيمار جي جان بچائن ٿا.

شمشاد: پيارا جميل، هي احمق عقل کان دور، بي شعور آهي. هن جي ڳالهه تي اعتبار نه ڪر، ناحق تڪرار نه ڪر.

جميل: جلد ارشاد ڪر!

شمشاد: آءٌ توکي چوڻ ٿو گهران، ليڪن ذرا ترس ترس، هينئر ڏينهن کي شام جي آغوش ۾ آرامي ٿيڻ واسطي هڪ گهنٽي جو وقفو باقي آهي؛ سورج جا ڪرڻا هر گهر، هر ڪوچي ۾ جاسوسن واذگر پڪڙجي رهيا آهن. اگر زمانو تمام ناپاڪين کي تنهنجي روح ۾ پيري ڇڏي ها، ته خوف دهشت جو ڀوت تنهنجي هن سفيد خون کي جلائي، خاڪ ڪري ڇڏي ها.

جميل: يا خدا، آهو ڪهڙو خوفناڪ ڪم هوندو، جنهن جي ايتريقدر سخت تمهيد آهي؟ ڇا ڪنهن سان دغا بازي!

شمشاد: نه!

جميل: فتنه پردازي؟

شمشاد: نه!

جميل: قرلٽ؟

شمشاد: نه!

جميل: جبر ظلم؟

شمشاد: نه!

جميل: تڏهن ڪهڙو مضمون آهي، ڪنهن ٻئي جو خون آهي؟

شمشاد: هان، البت.

جميل: او خدا، او خدا (شمشاد جي اکين مان آگ جا شعلا نڪرندا نظر ٿا اچن).

شمشاد: با وفا دوست، آهو زهري نانگ جو هميشه منهنجي راه ۾ آهي آن جي توکي خبر ڪانهي؛ منهنجي نگاه ۾ آهي، مان هن کي چاڙهان ٿو.

جميل: مان به خوب سڃاڻان ٿو.

شمشاد: ڀلا ڪير؟

جميل: هو.

شمشاد: يعني؟

جميل: ممتاز.

شمشاد: اهوئي فتنه ساز؟ ٺيڪ ٺيڪ!

جميل: ڇا موت؟

شمشاد: بيشڪ.

جميل: مون هن بدذات جي گرفتاريءَ واسطي عذاب جا ڪتا ڇوڙيا آهن، في الحال اهو خيال اٿم ته هن خون جي الزام ۾ هن بدڪار کي گرفتار ڪرايان، تنهنجي جان ڇڏايان.

تميڪنو (علحده): پاڻ کي جهنم ۾ اڙايان.

جميل: هو هڪ زخم آهي، جو وڌندو ٿو وڃي.

شمشاد: هان هن جو وڏي ڇڏڻ ضرور آهي، ورنه خوف ناسور آهي.

جميل: تسون فڪر نه ڪر، آءٌ هرطرح هن سان بدسلوڪي ڪندس.

شمشاد: آءٌ هن جون هڏيون ڇپيندس، خون پيندس.

جميل: آءٌ هن جون هڏيون جلائي خاڪ ڪندس.

شمشاد: آءٌ هن جي خاڪ کي پنهنجن ڏوڪرن سان آڏائيندس، ۽ گوشت ڳجهن جي حوالي ڪندس.

تمبڪو (علحده): شايد انصاف اوهان جي گهر ۾ پيدا ٿيو، انصاف اوهان جي ڪنهن بزرگوار (پيءُ ڏاڏي) جو ڏالو هو.

شمشاد: خوب، اي مرغوب، ڀلا هينئر خدا حافظ!

جميل: خدا حافظ!

(اسڪزٽ)

# باب ٻيو

## پردو ٣

(اندر ممتاز)

**گانو** ممتاز:

اڄ عيد آهي گهر گهر، پنهنجي نه عيد ٿئي،
حاصل اگر اسان کي، دلبر جي ديد ٿئي.
آڻ نقد جان ڏيان ها، پر قيمت پر يار جاڏا،
بازار ناز جي، پر دل جي خريدار ٿئي ها.
تيغِ نگهه سان دل تي، جي وار ڪن ها سهڻا،
هي جان نثار ٿئي ها، هي دل شهيد ٿئي ها.
جي بيوفا نه ٿين ها، اي جان من ته هرگز،
ڇو قفل آرزو جي، پيدا ڪليد ٿئي ها.
اي بيوفا جي تنهنجي، ڪو خط ڪٽي اچي ها،
"آغا" جي يار دل کي، ڪجهه ڪجهه اميد ٿئي ها.

## زهادي

يا الله دل کي گهٻراهٽ آهي، جان ڇو اڄ بيطاقت آهي. در و ديوار کان حسرت ٽپڪي ٿي، اڄ بار بار اک

چو ڦڙڪي ٿي، ياالله، خير، خير، رحم!

(اندر سهيليون)

(ممتاز جو سهيلين کي حيرت سان ڏسڻ)

ڳائو سهيلون:

* هاءِ بانو، واءِ بانو! لائي قسمت اسان تي تباهي،
ڏيئي عمرساري هي جدائي، ڪاري قبر وڃي تو وسائي-
هاءِ بانو، واءِ بانو!

اسان تو وساريو پياري، ٻي موت اجل ڪيئن ماري—
هاءِ بانو، واءِ بانو!

تو کي سهيليون ٽيون سارن، توري رنج والم ۾ گذارن-
هاءِ بانو، واءِ بانو!

توبن عمر وبال آ پياري، توري جيئڻ جنجال آ پياري—
هاءِ بانو، واءِ بانو!

بيڪس "آغا" هليو آ وطن کان، ڏڪتي بلبل جيئن ڪا چمن کان—
هاءِ بانو، واءِ بانو!

(سهيلين جو غم ۾ ويهڻ)

## زهاڻي

ممتاز: افسوس، هيءَ آه و زاري ڪنهن واسطي؟ انتظاري بي قراري ڪنهن واسطي، هيءَ پوشاڪ ڪاري ڪنهن واسطي؟ حيرت، حسرت، عبرت!

---

* طرز: "هاءِ بابا، واءِ بابا (خدا دوست)

(سهيلين سان) اي عورتو اوهان کي ڪهڙو ڪم آهي، هي ڪنهن جو ماتم آهي؟ خير ڪر الاهي!

زرينا: غضب، ستم تباهي.

ممتاز: آخر صفائي.

زرينا: پياريءَ بانو جي جدائي.

ممتاز: ڇا مهلقا جي شادي ٿي.

حسينا: بربادي ٿي.

ممتاز: يعني؟

گلنار: هت ويراني، ملڪ عدم ۾ آبادي ٿي.

ممتاز: مطلب!

گلزار: موت، اجل، غضب!

ممتاز: هاءِ قول تو دو دن بهارجان فزا دکلا گئے،
حسرت ان غنچون پہ ہے، جو بن کلے مرجها گئے.
اُف، جگر چاڪ، دل جلي خاڪ ٿي،
ڪنن کي ڇا سڻائي، اي ڪنؤ ٻوڙا ٿيو، ٻوڙا ٿيو!

زرينا، زرينا بُداءِا سچ چؤ جاني ڪٿي آهي- منهنجو گل رعنائي، هاءِ تو گردن ڇو جهڪائي. ڇا منهنجي پياري ڪنهن حال تباهه ۾ آهي، يا ڪنهن پناهه ۾ آهي؟

زرينا: افسوس، صد افسوس! اي عاشق صادق، هوءَ اڄ انهيءَ مالڪ جي پناهه ۾ آهي، جتي قيامت جي ڏينهن هن جميل، ڪم اصيل کي پناهه وٺڻ دشوار ٿيندي- جڏهن هن ناحق خون جي پرسش سر بازار ٿيندي.

ممتاز: هاءِ، ته، ڇا منهنجي پياري، بي اجل موت ماري! اُف:

هينئن چمن کنهنجو نہ شل برباد ٿئي،
پر فضا گلزار مان، نابلبل هي ناشاد ٿئي!

زرينا: صبر، صبر، اي عاشق ناشاد فرياد نہ ڪر! دنيا تي حشر ايجاد نہ ڪر، تنهنجن هنن پردرد دانهن کان دل کي خروش، جگر کي جوش ٿئي ٿو.

حسينا: والله، ڪليجو منهن ڏي اچي ٿو.

گلنار: دل گهبرائي ٿي.

گلزار: شايد تقدير اڄ اسان کي آزمائي ٿي.

ممتاز: خالي نہ انهيءَ داغ کان هيءَ دل خدا ڪري،
محبوب جي ماتام ۾ شامل خدا ڪري.
جن جان کان جدا ڪئي آ دل دغا ڪري،
اميد تن جي پوري نہ بلڪل خدا ڪري.

بس، هينئر هن زخم جو مرهم ڪجهہ نہ باقي آ، صرف موت جي مشتاقي آ.

زرينا: يعني؟

ممتاز: خودڪشي، موت، اجل، اي اجل! جلد آءُ، جلد آءُ، جلد آءُ. اچي گلي لڳاءِ، آغوش ۾ سلاءِ.

معلوم جي هجني ها، هي انجام محبت،
هرگز نہ وٺان يار ها، مان نام محبت.

رخصت، اي دنيا جي نعمت رخصت! بس، هميشه لاءِ رخصت، تا قيامت رخصت!

(تلوار ڪڍڻ ۽ سهيلين جو جهلڻ)

حيات صورت نقش حباب باقي آ،
ڪوئي دم يارمنهنجو اضطراب باقي آ،

مسافران عدم کي چئو، ته ذرا ترسو،
جو هڪ مسافر پا در رڪاب باقي آ.

زبانئي

زرينا: اي نا اميد، غم رسيده عاشق! جي تون پنهنجي جان برباد ڪندين ته ڇا، پنهنجي پياري مهلقا جي روح کي شاد ڪندين؟

ممتاز: آ هٿن کان وئي صفا دل، هاءِ دل، افسوس دل،
ڪئي ادا مون سان دغا دل. هاءِ دل، افسوس دل!

ڇا، هن تنهنجي زبان کان مرحوم مهلقا جو پاڪ روح ٻولي رهيو آهي؟

زرينا: هان، هان، تنهنجي فهمائش واسطي آهوئي زبان کولي رهيو آهي.

ممتاز: شمع هئي اميد دنيا ۾ هي دل پروانو هو،
خواب هو جو ڪجهه ڏٺم، ۽ جو ٻڌم افسانو هو.

(ممتاز جو بيهوش ٿيڻ، ۽ سهيلين جو سهارو)

پڙدو لهڻ

# باب ٻيو

## پردو چوڙون

(انٽر ٽمبڪنو)

**گانو**

ٽمبڪنو: هي عورت آ، يا آفت، بد خصلت آ، بي عزت،
ٿئي اهڙي صورت غارت، آمون کي نفرت نفرت!

جو اهڙي زال وارو،
تنهن جو هر هارو منهن ڪارو:

هن جوءِ جي اهڙي تهڙي، وجهو لعنت تنهن تي يارو!
هڪ موٽر سائيڪل چنچل، ٻي چال فيشن ايبل،
ڪانسي لئي چئر ٽيبل، آ لؤ جي وٽس ليبل،

جو اهڙيءَ زال وارو،
تنهن جو هر هارو منهن ڪارو:

هن جوءِ جي اهڙي تهڙي، وجهو لعنت تنهن تي يارو!
ٽي لئو جا لکي ليٽر، يارن سان ڏسي ٿيئٽر،
چهري تي مکي پوڊر، زلفن تي چڙکي لونڊر،

جـــو اهڙيءَ زال وارو،
تنهن جو هرهارو منهن ڪارو:
هن جوءِ جي اهڙي ٺهڙي، وجهو لعنت تنهن تي دارو!

( ايگزٽ )

## پردو پنجون

(اندر ممتاز ديواني حالت ۾ ۽ لاش تي نظر پوڻ)

### زهاڻي

ممتاز: هاءِ، غضب، ظلم، روئو پٽيو! اي فرشتو هن مسڪين جي ماتم لاءِ اچو، خاڪ وسايو، پهاڙو پٿر برسايو، دوزخو آگ اڙايو، چنڊ سورج پرزا پرزا ٿيو. هاءِ، منهنجو چنڊ اڄ موت جي بادل ۾ ڇپي ويو، منهنجو نازڪ بوٽو خزان جي جهولي جهوٽيو، مايوس باغ ۾ بلبل ٿيو، اڄ منهنجي جگر جو چراغ گل ٿيو.

آهيان جليو مان، آڳ لڳي هاءِ نصيب کي،
آرام ننڊ ۾ بس، نہ آهو غريب کي.

(لاش کي هنج ۾ رکي ڳائي ٿو)

**ڳائو ممتاز:**

* سوز غم آ تن لاغر کي جلائڻ آيو،
اشڪ خون دل جي لڳي آڳ اُجهائڻ آيو.
دامن دشت آ غربت ۾ ڪفن بعد فنا،
بيڪسي ۾ نه ڪوئي لاش کڻائڻ آيو.
قيد خاني ۾ منهنجو حال سگهو ڏس تون اچي،
اڄ اجل موت جو پيغام سڻائڻ آيو.
بيڪسي ۾ نه آ ڪوئي حال جو پائي "آغا"،
هر ڪوئي آ ڏکي دل کي ستائڻ آيو.

## زبادي

اي سنگدل زمين، ڇا تو ۾ سيلاب ڪرڻ هو، جو هن نازڪ گل اندام جي هن سرخ خون سان پنهنجي پياس پوري ڪئي. اي دنيا دورنگي، دل جي آس پوري ڪيئي. اي خوفناڪ پهاڙو، اوهان کي بہ منهنجي بيقصور مظلوم معشوق جي هن حقير حال تي رحم نہ آيو. اي بيرحم آسمان، توکي بہ شرم نہ آيو. اي بيابانڪ جهنگل، تون هن شهيد جفا جي ناحق خون جو شاهد رهج. اي رات جي انڌيري، تون بہ مولا اڳيان آه و زاري ڪج. اي زمين تون بہ حشر ۾ پڪاري ڇڏج. اي خون آلوده زخمو، فرياد ڪيو، فرياد ڪيو، دنيا تي حشر ايجاد ڪيو.

---

* طرز: "شمع ڪو ديکہ ميري جي کي جلانے والے"

**گانو ممتاز:**

هي گل ۽ ٻوٽا، مٽي ۽ پاڻي، فاني آ، فاني آ،
سارو جهان هي سڀ ڪوڙو آ، دنيا جو خيال،
گهر و زر سڀ ڪوڙو آ مال.

(لاش کي ڇهڻ)

## زباني

جاڳ، جاڳ، او بيوفا مهلقا بيدار ٿي، هوشيار ٿي! ڇا هي به هڪ ناز آهي، آت، ڏس ته ڪهڙي نه حال ۾ پر ملال تنهنجو ممتاز آهي.

هيچ دنيا آهه هيءَ، عقبيٰ جي طلب گاريءَ ۾،
آخري دم شال نڪري، اڄ هي وفاداريءَ ۾.
دعا ڪيو ته آت هزارن ۾ نه شرمسار ڪري،
دعا ڪيو ته خدا منهنجو ٻيڙو پار ڪري.

هاءِ ساقيا، تنهنجي ميخاني مان اڄ پُر از ارمان نڪتس،

(پاڻ کي خنجر هڻڻ، سپاهين جو اچڻ)

سپاهي: او خبردار خوني، نه ڪر غرق زندگاني!

ممتاز: ذات رحماني! ذات رحماني! اي عدم جا مسافرو، ذرا هوش سنڀاليو. زمين ڏڙڪي ٿي، فلڪ لرزي ٿو. قيامت اچي ٿي، اوهان ڪير آهيو، مون کي ڏيکارڻ وارا.

سپاهي ٢: توکي موت جو ڦاڪ لنگهائڻ وارا،
سپاهي ٣: توکي آغوش قبر ۾ سمهارڻ وارا.

سپاهي ۱: او خوني، جنوني، هيءَ عياري، مڪاري، ۽ پوءِ ٻہ هيءَ آه و زاري!'

(اندر جمعدار)

جمعدار: ڇا، ٻيو تہ خير آهي؟

ممتاز: ڪجھ، نا هي، ملڪ عدم جو سير آهي.

جمعدار: هينئر قتل جي دهشت طاري آهي، جو خودڪشي جي تياري آهي.

ممتاز: البت.

جمعدار: ڀلا هٿ ڇو آڏا آهين؟ جلد بيان ڪر!

ممتاز: هٿ ڇو آڏو آهيان! نصيب جو ستايو آهيان.
قسمت جو جلايو آهيان، رحم اي ذيشان ڪر.
صبر حال تباه مشڪل آ، ضبط فرياد آه مشڪل آ.

جمعدار: فريب، دغا، ظلم، مڪاري، انهن چيزن جو نالو آهي دنياداري!

سپاهي: صورت ۾ نور، سيرت ۾ ذار — منهن ۾ پيار، بغل ۾ تلوار!

ممتاز: غريب، عاجز، غم رسيده. گردشِ ناهنجار جو گهايل، فلڪ ڪج رفتار جو ستايل. مسڪين، بيتسڪين، بيڪس، رحم، رحم!

جمعدار: بس، هينئر زبان بند ڪر! جلد هل، پنهنجي واسطي سزا پسند ڪر.

ممتاز: هتي نازل خدا يا هر بلا آ، هي منهنجو گهر آ، يا يارو ڪربلا آ. او دوزخ، ڇا تو ۾ ايتري آتش ڪين

آهي، جو مون کي جلائين. اي ڀاڳ، ڇا تو ۾ ايترا پٿر کين آهن، جو مون تي برسائين. افسوس، شايد ممتاز ۽ بد نصيبي، هڪڙي ئي ڏينهن پيدا ٿيا هئا.

جمعدار: بس!

سپاهي١: صبر.

سپاهي٢: خاموش.

(ممتاز کي زنجير وجهڻ)

ممتاز: ابر، پاڻيءَ جي عيوض آگ کي برسائي ٿو،
ٿو وڃان درياءَ لب تہ پاڻي بہ مون کي کائي ٿو.
تحقيق عشق جو نتيجو دلگيري آهي، شاهي جو نتيجو فقيري آهي.

جمعدار: او ڪمبخت، تون دنيا ۾ انهيءَ لاءِ پيدا ٿيو آهين، تہ خدا جي بندن جي خون ۾ تيغ رنگين ڪرين، ۽ وري پاڻ کي مسڪين ڪرين.

ممتاز: آءٌ هن واسطي آهيان جو مصيبت اُٿايان، ۽ شڪايت زبان تي نہ لايان.

جمعدار: بهادرو، اوهان جو ڇا خيال آهي، قاتل آهي، يا ديوانو، يا غافل آهي؟

سپاهي ١: ايمان جي ڳالهہ، ٺڳ تہ فريبي آهي، خونخوار آهي.

سپاهي٢: قاتل آهي، قابل دار آهي.

سپاهي٣: خوني آهي، جنوني آهي، هن جو ڇٽڻ دشوار آهي.

جمعدار: تحقيق، ڪٿو هي لاش، جلد پيش سرڪار

ڪيو، قاتل جو سر بردار ڪيو.

ممتاز: عزيزو، اوهان ناحق تڪليف نہ ڪيو، مان خود پنهنجي مظلوم معشوقہ جي بيڪس لاش کڻڻ لاءِ تيار آهيان، گرچہ پاپي آهيان، گنهگار آهيان!

سپاهي: خاموش، او نابڪار، دور هٽ، خوني بدڪار!

ممتاز: اي سنگدل سپاهيو، اوهان منهنجي هن آه و سوزان کان ذرا نرم ٿيو، هن نازڪ جي خون آلوده ميت کي تڪليف نہ ڏيو.

سپاهي: بس، صبر، زبان بند ڪر!

ممتاز: يا خدا، هنن ڪاساين جي جماعت ۾ ڪو رحم جو فرشتو آهي يا نہ؟

(سپاهين جو لاش کڻڻ ۽ ممتاز جو چنبڙڻ)

ممتاز: اي يارو بهري خدا، معشوقہ جو لڙهو ۾ لعل لاش نہ هلايو. هن شهيد عشق جي بيقرار روح کي تڪليف نہ رسايو. ذرا هن بي ڪفن، بي دفن لاش تي رحم فرمايو.

جمعدار: دور هٽ، او دنيا جا آزار، هل موت لاءِ ٿي تيار.

ممتاز: موت کي ڪيڏانهن ٿا وٺي وڃو، آءٌ چا لاءِ ٿيان تيار.

سپاهي ١: تو کي اجل جي قاڏي کان لنگهائيندا سون پار.

ممتاز: بهتر آهي تہ منهنجو گلو هٽ چاڪ ڪيو، قصو پاڪ ڪيو. جيڪي خون جا قطرا زمين تي ڪرندا، آهي بہ اوهان کي هميشه دعا ڪندا، ۽ آفرين وجهندا.

سپاهي٢: هان، هان، تنهنجو قصو پاڪ سر بازار ٿيندو، پيش سرڪار ٿيندو.

ممتاز: افسوس، اوهان ثابت ڪري رهيا ته اوهان مٽيءَ جا نه آهيو، بلڪ پٿر جا بڻيل پتلا آهيو.

جمعدار: بس زبان ٿام، او بد انجام! اگر زياده بڪواس ڪندين، ته تنهنجي زبان ڪاٽي وينديسي.

ممتاز: اگر اوهان زبان ڪاٽيندؤ، ته آءٌ اکين جي اشارن سان اوهان کي سمجهائيندس.

جمعدار: اکيون به ڦوڙي ڇڏينداسون.

ممتاز: ته آءٌ پنهنجي مظلوم معشوق جي واسطي پنهنجو سر اوهان جي قدمن تي ڌريندس.

جمعدار: اهو به علحدو ڪيو ويندو.

ممتاز: هاءِ افسوس، اهڙي جلادي!

سپاهي: ڪمبخت، اهڙي بيدادي.

ممتاز: اي آسمان، تو به ڏٺو ٿي؛ اي زمين تو به ٻڌو ٿي؛ اي جهنگلي درختو اوهان به حاضر هئا، مگر افسوس جو ڪنهن کي ترس ڪين آيو، ڪنهين رحم ڪين ڪاڏو.

(سپاهي لاش کي کڻي هلن ٿا)

(ممتاز جي چرين جيئن دانهون ڪرڻ)

ممتاز: هاءِ اي جلادو، هنن نازڪ نازڪ لعل رخسارن تان هن عاشق ناشاد، غريب، ڪم نصيب کي آخري بوسو

تہ ونئہ ڏيو. اي ظالمو ھن بيڪس جي رت ۾ رنگيل زخمن کي ھن فرياد زاري سان ذرا خشڪ تہ ڪرڻ ڏيو. ھاءِ، اي شهيدِ جفا، حافظ خدا، حافظ خدا!

**گانو** ممتاز:

* باغ الفت جو مزو، اڄ يار بن ويندو رهيو،
بلبليون ونديون رهيون، سوسن سمن ويندو رهيو.
اي مسافر يار تو، حافظ خدا، حافظ خدا،
ھاءِ يارو صبر سان، غنچهء دھن ويندو رهيو.
مان نہ وچڙيس تي اوھان کان، ھي قضا جو قهر آ،
هيئن چئي محبوب منهنجو، گلبدن ويندو رهيو.
ڪر دعا تون يار "آغا"، دلربا کي دل منجهان،
جو مسافر يار تنهنجو، بي ڪفن ويندو رهيو.

(سڀ ايگزٽ)

---

روپ سهڻي: "سورٺ پهاڙي"
* طرز: "يا الاهي لطف سے اس شهر کا در کول دے"

# پردو ڇهون

## فوجداري

(انٹر ممتاز گرفتار ٿيل)

**گانو** ممتاز:

* بدقسمتي کان مون ڏٺا، سامان نوان نوان،
حاصل ڪيم هي حسرت و ارمان نوان نوان.
دلدار تنهنجي عشق ۾ مون کي نصيب ٿيا،
صحرا نوان نوان، ۽ بيابان نوان نوان.
ٿيندين نه يار غم کان تون آزاد، اي "آغا"،
فرياد ڪرين تون ڪٿي، نالان نوان نوان.

فوجدار: اي اجل رسيده، تنهنجو نام؟
ممتاز: بي آرام، بدنام، ناڪام مبتلائي آلام!
فوجدار: وطن؟
ممتاز: آجڙيل ۽ ويران بن.
فوجدار: پلا هت تنهنجي اچڻ جو سبب؟
ممتاز: چاڙهي ٿو رب، مگر ......

* روپ: "سهڻي"

هرڪو وطن آ چڏي ارمان کان نڪتو،
يوسف نہ خوشيءَ سان ڪڏهن، ڪنعان کان نڪتو،
نڪتو بہ اگر گردش دوران کان نڪتو.

فوجدار: توکي ڪهڙي چيز جي تلاش آهي؟

ممتاز: نہ زر جي تلاش آ، نہ پسر جي تلاش آ، اکڙين کي اڄ نور نظر جي تلاش آ، پهلو ۾ دل آ، جگر جي تلاش آ.

فوجدار: ڀلا تون ڪير آهين؟

ممتاز: آهيان مان اهو گل، جو گلستان کان جدا آ،
پروان جئن شمع فروزان کان جدا آ.
ساغر جي آه ونالان کي تون سمجهہ ساقيا،
هيءَ جام رهيو جو لب جانان کان جدا آ.

فوجدار: ڪجهہ حال ڪر، تون جلدي تہ پنهنجي زبان سان، پوشيده بات ذڪري، ڪا تنهنجي بيان سان.
پيدايان درد دل جي ٿو، جلي منهنجي زبان يارو،
ڪيان جي صبر ٿو والله، سڙن ٿا استخوان يارو!

ممتاز: دل آ غذائي رنج، جگر آ غذائي رنج،
راحت جي نام کان نہ هان، واقف سوائي رنج،
رنج مون تي مبتلا آهي، مان مبتلائي رنج،
رنج منهنجي واسطي آ، ۽ مان برائي رنج،
احوال منهنجو جو سٽي، سو پيي سهائي رنج.

فوجدار: شايد اهائي تنهنجي تقدير آهي، جنهن واسطي ايتري تقرير آهي.

ممتاز: بيشڪ، اگر پيشانيءَ جي سچي تحرير نہ هجي ها، تہ ممتاز هن مصيبت ۾ اڄ اسير نہ هجي ها.

سر نوشتہ ڪاتبِ تقدير پيشانيءَ تي آ،
نامہء اعمال جي تحرير پيشانيءَ تي آ.

فوجدار: آ گذر تنهنجو ٿيو هتي، اڄ داد پائڻ واسطي،
يا آيو آهين مون کي تون سبق پڙهائڻ واسطي.

ممتاز: مان تہ پنهنجي معشوق جي قتل جو ٻڌي، سندس لاش تي ماتم لاءِ ويس، جتي گرفتار ٿيس. بس، ايتري تائين جو حاضر دربار ٿيس.

حال ڇا مان ٻيو چوان، بادہء پيمائيءَ جو،
آ سٽيو سارو قصو، سرڪار هن رسوائيءَ جو.

(انٽر– جميل ۽ شمشاد)

جميل: هان ڪير خوني، موذي، ظالم؟ جنهن منهنجي روح روان کي ستايو، جنهن کي ڪجهہ قياس ڪين آيو– هن جو قفس عنصري ٽوڙي ناس ڪيو – جهاز زندگانيءَ جو موت جي ٻندر جي پاس ڪيو.

(فوجدار کي)سرڪار، هن فرياد جو جلد داد ڏئي، هن مردود جي زندگي برباد ڏئي؛ هن ناحق خون جو منصف حضور ڏئي؛ هن خونيءَ جو هڏ هڏ چڪنا چور، ضرور بلضرور ڏئي!

ممتاز: بيشڪ، صاحب! مان موذي، مان خوني، مان چور، ليڪن آهي آهن سينہ زور، جيڪي پنهنجي جگر جو خون پيي شاد رهن ٿا، ۽ پوءِ بہ دنيا ۾ آزاد رهن ٿا.

فوجدار: ٻڌاءِ نام تن جو، تڏهن صاف صاف،
زبان ورنه ڪٽبي، ٿي هوندو خلاف!

ممتاز: صاف صاف، ڪنهن جو نالو ٻڌايان! ڪهڙي طرح زبان تي لايان- ظاهر ته ٻندو گهنگار آهي، ليڪن حقيقت ۾ ڪو اور خوني سزاوار آهي.

سپاهي: اگر انهيءَ جو نالو اظهار نه ڪندين،
ته اڃا زياده عذاب ۾ گرفتار ٿيندين!

ممتاز: عذاب ڪان ڏڪايو ٿا، ڌمڪايو ٿا، ته ٻلا ڪنن جا پڙدا کولي ٻڌو!

سڀ پتا صاف سڻائڻ ٿا سڻائڻ وارا،
هتي موجود آهن، قتل ڪرڻ، ڪرائڻ وارا.

فوجدار: ڇا شمشاد!

ممتاز (اشارو جميل طرف): هان ۽ ٻيو هي ناشاد؟

فوجدار: ڇا جي واسطي؟

ممتاز: دنيا ڪتي جي واسطي.

فوجدار: ڇا، ههڙي نيڪ انسان تي اهڙو گمان؛ الامان، الامان!

ممتاز: ڇا، نيڪ انسان؟ خدا لعنت وجهي شيطان تي، اهڙي قسم جي انسان تي.

فوجدار: ڀاءُ ڪيئن ٿيندو قصائي،
ڀيڻ سان ڪيئن ڪندو ڪج ادائي!

سپاهي: ناشدني، ناشدني!

سپاهي: ناممڪن، ناممڪن!

ممتاز: بيدرد دير قتل ۾، صفا نٿو ڪري،
دولت جي لاءِ آدمي، ڇا ڇا نٿو ڪري!

فوجدار: بس، زبان ٿام مردود، هيئنر ڪيانءِ ٿو نابود — خوني، جنوني.

سپاهي: او موذي، پاپي، بدڪار، ڪهڙي تقصير تي هن غريب عورت جو ڪيئي سر تن کان ڌار؟

**گانو** ممتاز:

* نه هي داغ دامن تي يارو لڳايو،
پلي جان منهنجي، هيءَ جيئري جلايو!
فلڪ جي ستم کان، آگي هان ستايل،
ڏکي دل نه ناحق، دوباره ستايو!
شڪايت آڪنهن جي، بري منهنجي قسمت،
ٿيو آه دشمن، نه پنهنجو پرايو!
وهي خون ناحق جي محشر تي دعوا،
نه هت فاش "آغا" کان پڙدو ڪرايو!
سزا ڏيو لائق ڪار محبت،
ڪڙا هون اجهو گنهگار محبت.

شمشاد: ڪيئن جناب اعلى، قيد جو مزو ماڻيو ٿا؟
بندي ڪي بس ذرا سجائو ٿا!

ممتاز: شيطان کي ڪير نٿو ڄاڻي،
بلڪ هرڪ انسان ٿو سڃاڻي.

---

* روپ ڪانرو: ٿوڙي:

شمشاد: اي مغرور شخص، زنجيرن ۾ جڪڙيل آهين، تڏهين به تنهنجي اها خوءِ نه ٽي وڃي.

ممتاز: گل گرچ سڪي وڃي، ته به آن مان آها بوءِ نٿي وڃي.

عشاق مصيبتن کان ڪٿ ڏڄن ٿا،
تارا ڏينهن جي عوض رات جو چمڪن ٿا.
عطر جيڪي مٽيءَ ۾، مهڪ نٿي وڃي،
ٽوڙيو به اگر هيري کي، ته چمڪ نٿي وڃي.

شمشاد: او ديوانا ڪجهه اک کول، خبردار ٿي،
حياتيءَ جي اقليم تان دست بردار ٿي.

ممتاز: جان هيءَ ويندي، مگر جوهر جي بوءِ ويندي ڪٿي،
قيد ۾ پيي شير جي شيرانه خوءِ ويندي ڪٿي؟

سپاهي: هن زماني تو جهڙو ڪوئي گنهگار نه آ،
تو جهڙو موذي نه آ، ڌاڙو نه آ، بدڪار نه آ.

شمشاد: آخر ڪيترون ڪيترون دانهون فريادون ڪندين، او روسياه!

ممتاز: ايتريون آهون ڪندس، جيترا تنهنجي نامهء اعمال ۾ آهن، گناه!

سپاهي: توکي جان جو خوف نٿو ٿئي، او بدڪار، جو سرڪاري عملدارن جي اڳيان ڪرين ٿو بي ادبيءَ جي گفتار.

ممتاز: ڇا، خوف جان! يعني موت! او نادان موت کان اوهان جهڙا گهنگار خوف ڪن ٿا. جن کي خدا جي روبرو ٿيڻ شرم ٿئي ٿو. موت ته هڪ رحمت الاهي آهي، ڇا

نيڪن کي دنيا جي برائين کان بچائي، خدا وٽ پهچائي ٿي.

فوجدار: نٿو ڏڇين ذرو به تون منهنجي عتاب کان،
بڪوات ڪرين بيجاءِ ٿو، نشي شراب کان.

ممتاز: خير اوهان شراب خور بڻايو. يا زناڪار يا فاسي جو سزاوار بڻايو.

ڏوتا مون دست پنهنجا هن، پنهنجي جيءَ جان کان،
پوءِ راست بات ڇو نه ڪيان، مان زبان کان.

فوجدار: بي ادبيءَ جي گفتار ڇڏ، ورنه بي رحميءَ سان تنهنجي زبان ڪاٽي ويندي.

ممتاز: گر اهي ناپاڪ ارادا هن دل صفاڪ جا،
حال تنهنجا ٿي ٿيندا جيڪي ٿيا ضحاڪ جا،
جن هٿن سان اڄ زبان منهنجي ڪپيندين ظالما،
هٿ سيان ڪاٽيندا تن کي، هاءِ ڪيڙا خاڪ جا.

ڇا انصاف انهيءَ جو نالو آهي؛ رحم انهيءَ کي چون ٿا، جو هڪ بي دست و پا سرتا پا بزنجير تي تلوار آڻائين ٿو. شير کي زنجيرن ۾ جڪڙي، لونبڙين کان ڏمڪائين ٿو.

سپاهي: بس، او بي ادب خاموش!

ممتاز: وڃ، ڏيکار بزدلن کي هي جوش و خروش.

فوجدار: بي ادب گفتار ڇڏ. مڪار خبردار! خودي گهنگار، روڪ زبان ورنه ڪڍانءِ ٿو جان. ڪوئي حاضر آهي! وٺي وڃو هن ڪمبخت کي، داخل زندان ڪيو. ڪجهه وقت قيد خاني جي هوا کائيندو ته مزاج ٺيڪ ٺيڪ پائيندو.

ممتاز: خطا معاف، اگر شيطان جي هٿان انصاف ٿئي

ها، تہ ڏرو نہ انهيءَ جي خلاف ٿئي ها.
فوجدار: هيئنئر هرگز نہ قاتل توکي ڇوڙيو ويندو،
هڏهڏ تنهنجو، هن خنجر فولاد سان ٽوڙيو ويندو.
جميل: هن جو خون نچوڙيو ويندو.
شمشاد: هن جو سر سوليءَ تي ٽوڙيو ويندو.
سپاهي: هن جو گوشت سرڪين ۾ ڪانون کي ڏبو.
سپاهي: هان هان، بيشڪ ائين ڪبو.
**گانو** ممتاز:
اي خدا تون مدد ڪر، مولا منهنجي مدد ڪر،
مون تي رحم ڪر باري تعاليٰ، منهنجي مدد ڪر!
هر شيءِ ۾ نمايان آ تنهنجو جلوو،
اي منهنجا باري تعاليٰ مدد ڪر!

## پردو ستون

### مڪان شمشاد

**گانو** شمشاد:
مان هان زهري نانگ، ٻنان آگ،
جي مان برباد ڪيان سارو راج ۽ تاج.
آگ لڳايان مان راج کي خاڪ ڪيان، تخت و تاج کي.
پامال ڪيان، هڪ دم ۾ سارو خاندان. هي آ شمشير موڏي،
ماريان ڳاريان يارو دشمن کي، موڏي ڪريان گهات گهات.

## زبردي

شمشاد: گرچ قصو طول ٿيو، ليڪن منهنجو مطلب حصول ٿيو. هيئنر ڪنهن زبان درازيءَ سان پاڻ آزاد ڪيان، هن بد بخت جميل جو خانو برباد ڪيان. عداوت جو چشمو جڏهن جوش ۾ اچي ٿو، تڏهن طوفان خيز سيلاب ۾ دشمن جو سامان غرق ڪري ڇڏي ٿو.

ٿمبڪنو: ۽ محبت جو درياءَ جڏهن موج ۾ اچي ٿو، تڏهن پنهنجن ملاحن کي امن ۽ امان سان سلامتيءَ جي بندر تي پهچائي ٿو. افسوس!

خون لئي هيءَ دل وري اج تيار ٿي، ڇو يا خدا،
نور ڪان جا دل بڻي هوئي نار ٿي، ڇو يا خدا.

شمشاد: مان به سخت حيران آهيان ته،

مور هي اج محب منهنجو مار ڇو ٿيو يا خدا،
گل صنوبر جنهن کي سمجهيم، خار ڇو ٿيو يا خدا!
واه هو به ڪو نيڪ آهي، ناحق دل ڏنارڻ.

ٿمبڪنو: شيطان کي آئينو ڏيکارڻ.

شمشاد: ٿمبڪنو، منهنجو ڪوبه قصور ڪونه آهي،
اهو سڀ جميل جو فتور آهي، مون کي قسم آهي.

ٿمبڪنو: ڪنهن جو؟

شمشاد: هن سر جو!

ٿمبڪنو: هن تي ته گناهن جو باري بوجهه آهي.

شمشاد: هن پاڪ دل جو.

ٿمبڪنو: اها ته فريب ۽ دغا سان ڀريل آهي.

شمشاد: ڀلا فرشتن جو؟
ٽمبڪٽو: آهي ته تو تي لعنت ڪري رهيا آهن، ڇو ته جيئن تون بڇڙو، ويا ته تون مڪار آهين.
شمشاد: ڇگو، ته آنهيءَ پاڪ خدا جو.
ٽمبڪٽو: خدا تنهنجي نالي کان بيزار آهي.
شمشاد: ڀل جلان دوزخ اندر، تنهن جو فڪر هن دم نه آ،
ابتدا عمدي ٿئي، انجام جو ڪجهه غم نه آ.
ٽمبڪٽو: عجب نادانيءَ آهي، تنهنجي حالت تي مون کي سخت حيراني آهي.
شمشاد: آدمي پيدا ٿيو لطف جوانيءَ واسطي،
عيش راني، حڪم راني، زرفشاني واسطي.
نيڪ بد جو فڪر دل کان دور ڪر نادان تون،
سڀ هي ڪائنا باغ ۾ هن زندگاني واسطي.
ٽمبڪٽو: مگر اها زندگي ڪيتري آهي، جنهن جي هوس ايتري آهي؟
زندگي هڪ شجر آ، جو سبز آهي ڪجهه زمان،
انت آره سان ڪپيو ويندو، نه رهندو ڪجهه نشان.
هي بدن ناپاڪ ڇا هي، ليڪ هڏڙين جو قفس،
آه هي مهمان تنهن ۾، چار ڏن مرغِ هوس.
موت جو صياد ايندو، هاء شوقِ جبر ۾،
بلبلون ويندو اُڏي، پڃرو هي پوندو قبر ۾!
شمشاد: گر اٿي سر ۾ عقل، بڪوات زياده ڏي ڇڏي!
ٽمبڪٽو: گر اٿي ايمان دل ۾، بد ارادا ڏي ڇڏي!

شمشاد: تون مجنون آهين.
ٽمبڪٽو: تون ملعون آهين.
شمشاد: تون حيوان آهين.
ٽمبڪٽو: تون ابليس آهين، شيطان آهين.
شمشاد: او بي ادب خاموش، تو اڃا مون کي سڃاتو ڪين آهي، مان آهيان آفت، تو ڄاتو ڪين آهي.
ٽمبڪٽو: اي نادان، خداوند پاڪ غصو انهيءَ واسطي ڏنو آهي ته ظالمن کي ڏڪايو؛ زور انهيءَ واسطي ڏنو اٿس، ته مظلومن کي بچايو؛ زر انهيءَ لاءِ ڏني اٿس، ته مسڪينن کي مدد ڪيو؛ حرص انهيءَ واسطي، ته نيڪين کي جمع ڪيو؛ همت انهيءَ لاءِ ته بديءَ کي فنا ڪيو.
شمشاد: بس بس، هينئر زبان کي لغام ڪر. هل دور، هٽ هتان، نه حجت غلام ڪر.
ٽمبڪٽو: ڏي خدا نيڪ عيوض مون کي منهنجي نيڪوڪاريءَ جو، شرم ڪر، ۽ سبق سک وفاداريءَ جو.
ٽمبڪٽو: مصور جي شيشي تي نقاش ڪري رکي، ۽ اهو خريدار جي هٿان ڇٽي وڃي، يا ٺوڪر سان ٽٽي وڃي!
شمشاد: ته مصور کي سخت ملال ٿيندو.
ٽمبڪٽو: ڀلا ڇو اهڙو خيال ٿيندو؟
شمشاد: ڇو جو مصور جي محنت برباد ٿي!
ٽمبڪٽو: واه سبحان الله، خوب بات ارشاد ٿي. هيمئو بندي جو عرض آهي، ۽ پڻ فرض آهي، ته جڏهن مصور پنهنجي تصوير جي ٽٽڻ تي ايتريقدر ملال ٿيندو، تڏهن ڇا هن قدرت جي مصور کي پنهنجي بڻايل تصوير جو ڪين

خيال ٽيندو!

شمشاد: ها ها، چئي ويو ڏنگ سان هو سارو مطلب،

خوب سمجهو مون هي حرفت وارو مطلب.

ته چا دشمن کي چڏي ڏيڻ گهرجي، نانگ ڏسي، سوٽي ٽوڙي ڇڏڻ گهرجي!

(انٽر جميل)

جميل: السلام عليڪم دوست شمشاد.

شمشاد: وعليڪم السلام يار ناشاد.

ٽمبڪٽو (علحدو): لعنت، لعنت، بد بنياد.

جميل: هان، هي چا! اي دوست ڏس ڪهڙو نه وار ڪيم، دشمن خوار ڪيم. هينئر ممتاز جي رهائي مشڪل آهي، انهيءَ ڪيس جي صفائي مشڪل آهي.

شمشاد: افسوس ياءَ پيڻ سان هيءَ ڪج ادائي، لعنت، لعنت، او قصائي!

جميل: ته چا، تو انهيءَ جو موت نه ٿي چاهيو.

شمشاد: مون وٽ ته هن ممتاز جي بدڪاريءَ جو ثبوت موجود هو، جنهنڪري انهيءَ جي خون جو مقصود هو.

جميل: تڏهن توهان منع چو نه ڪئي.

شمشاد: جڏهن توکي نيڪ بد جي سمجهڻ جي تميز آهي، تڏهن منع ڪرڻ ڪهڙي چيز آهي! زهر، خنجر، آتش، انهن چيزن کان مون توکي منع ڪانه ڪئي آهي. چا تون زهر کائيندين، خنجر گلي تي گهمائيندين يا آتش ۾ ٽپي پاڻ جلائيندين؟

جميل: مان تہ تنهنجو ئيص خير خواہ.

شمشاد: هونءَ بہ هونئي ڪمبخت بي گناہ.

جميل: قول تي انسان پنهنجي جتي رهي ثابت تون استوار،
مال و جان پنهنجو ڪري تو سب هو وعدي تي نثار.

افسوس، تڏهن آهو ڪيل واعدو بي فائدو آهي، اهو بہ ڪو انسانيت جو قاعدو آهي تہ واعدہ ڪن اگر ڪردي وفا ڪن، زبان قيرائڻ هي بہ ڪو مردن جو شان آهي.

ٽمبڪٽو: هان، اهوئي مردن جو مان آهي، مردن جي زبان ڳاڏيءَ جو قيٿو، قرتو بہ رگهرتو پهہ.

جميل: اوهان جي خق ۾ بدنامي ٿيندي.

شمشاد: او ديوانا هت ڪير تو ڏسي، جو بدنامي ٿيندي.

جميل: اهو هر جڳهہ موجود آهي.

شمشاد: واہ واہ، جڏهن پنهنجي ملڪ جاٽي پيڻ جي لڏهوءَ ۾ هت لعل ٿي ڪيئہ، تڏهن خدا کي حاضر بنتي جاتئہ بہ هر شيءِ تي قادر بنتي جاتئہ.

جميل: اُف، او بيقدر احسان فراموش.

شمشاد: بس، خاموش!

جميل: دوستيءَ ۾ دوست دل صاف قدر ڪر، شرم ڪر، انصاف ڪر.

ٽمبڪٽو: فقير پيسو پڳل ڪونهي، معاف ڪر.

جميل: هاءِ هي واعدي خلافي.

ٽمبڪٽو: بس، جناب عالي معافي، معافي!
هيئنر وجي ڏاڙهي مبارڪ کي ڏاڙيو صفائي.
هل هل باهر مردود، شيطان جا ناٿي نمرود.

شمشاد: جيڪو پنهنجي ماءُ جائي ڀيڻ جو پاڻ قاتل
آهي، اُن سان نيڪي ڪرڻ صاف گناهه ۾ داخل آهي.
او ظالم! پر جفا، پنهنجي جگر تي تڪن سان هي لوفا!
اها ڳالهه ڪٿي پڌرڻ ۾ آئي،
ماءُ جائي ڀيڻ ۽ اُن سان هي ڪئي برائي!
ڪٿي ٻيا ائين ٿئي ٿو، جو عزيز پنهنجي عزيز جو خون
پيئي ٿو، ۽ پوءِ به پڌري نٿو مري، دنيا جي جڳ ٿو.

جميل: دوست جي مدد ڏيڻ بوءِ آهي جان کي،
ڪائين ٿا ڏند ڪاٽي، ڪنهن وقت زبان کي.

ٽمبڪٽو: جيڪي ڪٿي جي ڪپ مولوي خواهان پوسته ٿين ٿا،
آهي هڪ روڳي جي تڪرار تي دوستي ٿين ٿا.

جميل: مون تي دوست جي دلبري ڪئي،
ڪوپيا ۽ بهادري ڪئي.

ٽمبڪٽو: چاچا جي شخص تي قصور جو خون رهيو ٿين ٿا،
تن کي آدمي بهادر ڪري پڪارين ٿا.

جميل (خط ڏيکارڻ) ذرا پنهنجا دستخط ته ملاحظو فرمايو،
۽ ايا اگر گهوڙا نئين تي الزام ٿا لائيو.

شمشاد: جنهن وقت زمين ۽ آسمان جو آخري انصاف
ٿيندو، تنهن وقت خدائي لعنت جي اوورڪوٽ ۽ واسطي
اهو ڪاغذ ڪالر بڻائي پاڻ کي بچائج جي، تو توکي اهڙو ڪوڙو
دستاويز موجود آهي، ته تنهنجو حق تنهنجي زندگي کان
نابود آهي.

جميل: حق نابود آهي ته هست ڪندس مان،
انشاءالله شمشاد توکي پست ڪندس مان.

خيال تنهنجو او دغاباز جي انڪار تي ٿيندو،
تہ دست منهنجو هي تيغ جوهردار تي ٿيندو،
سمو محشر جو تنهن دم تڪرار تي ٿيندو،
جڏهن سرڪٽيل تومونڊي جوتلوارتي ٿيندو.
هينئر جهنم جي غار ۾ بند ڪرڻ آسان آهي،
مگر جميل جو منهن بند ڪرڻ دشوار آهي.

شمشاد (مرڪي): سبحان الله، ڪنيار جي ساري سال جي ڪمائي، ۽ هن سوني جي هڪ گهڙيءَ جو ڪم آهي.

جميل: چپ ره او نابڪار، فتح منهنجي نام آهي.
نہ آ هاڻ مون کي خدائيءَ سان مطلب،
ٻرائيءَ سان مطلب، ڀلائيءَ سان مطلب.
انهن کي آ شوڪت نمائيءَ سان مطلب،
رکن ڏا جي شوڪت نمائيءَ سان مطلب؛
اسان کي فقط تيغ آزمائيءَ سان مطلب.

شمشاد: جميل تنهنجي زبان بيان کان زياده سخت ٿيندي ٿي وڃي.

جميل: منهنجي زبان کان تنهنجي دل زياده سخت ٿيندي ٿي وڃي.

شمشاد: منهنجي دل جي سختي سچائيءَ جو خزانو آهي.

جميل: منهنجي زبان جي سختي بهادريءَ جو تازيانو آهي. پڪ رک تہ جنهن طرح هن تلوار پنهنجي مالڪ جي جگر جو خون پيتو آهي، انهيءَ طرح تنهنجن سفيد رڳن مان جان ڇڪي ٻاهر ڪندي.

شمشاد: الا هي توبهہ! ڇا ڪوئي بيو خون ڪرڻ

منظور آهي.

جميل: بيشڪ توکي به اهو مزو چکائڻ ضرور آهي.

شمشاد: ڇا خون، ۽ مون جهڙي غريب جو؟

جميل هان هان، تو جهڙي بدنصيب جو!

(شمشاد جون رڙيون ڪرڻ ۽ پڇڻ)

شمشاد: هاءِ، اُف، غضب، ظلم، قتل، فرياد، فرياد، پليس، پليس!

(ٽمبڪٽو جو پڇڻ ۽ وري موٽڻ رڙيون ڪرڻ، مسخري ڪرڻ ۽ جميل جو ڪڍ پوڻ ۽ موٽي اچڻ.)

جميل: هاءِ، زردار جو ميلو، بيزر جو خدا حافظ،
پردا ويا آڏري، بي پر جو خدا حافظ.

خير ويندين ڪيڏانهن، او بد ڪار پاپي سزاوار!
نصيب تنهنجو منهنجي عقل سان ٽڪري ويو،
مليو هيو جو شڪار، سو اج هٿان نڪري ويو.
او لعنتي هيءَ تيغ منهنجي اجا ذليل ناهي،
خون تنهنجو نه پيان ته نالو منهنجو جميل ناهي.

## گانو

دشمن، پر رنگ رهزن جو سر ڪاٽيان، ڇاٽيان دشمن جو.
اهڙو فريب آڏاريان، دشمن کي جنهن سان ماريان،
او ذات پات اوقات تي، تنهنجي خاندان تي لعنت.
او موذي، بدتر، سر ڪاڏيان تنهنجو اڪثر،
ڪ آها، آها، وه وا، وه وا، خنجر اڪثر سر ڪاٽيندو
عالم ۾ دشمن جو.

شنجها مهل چلي ويو آهي. گروشون هاذري (هاڏي) ته جلم (ظلم) ٿيو، اسان وانرڪي (واتڪي) جات (ذات)، ساري رات ڪيئن گجاريندا سين (ٽمبڪٽو سان). سائين ڪانا وادان (خانہ ودان)

ٽمبڪٽو: چپ، ڪافر شيطان!

هندو: هري گوبند، ڪرڪليان، ڪرڪليان! اهي ته مسلمان ڪو دشٽ ٿو ڏسجي.

(ٽمبڪٽو جو عورت سان مسخري ڪرڻ)

ٽمبڪٽو: اڙي واه واه، هي ڪا عورت آهي يا ڪو ريشمي گديلو.

هندو: گرو شؤن، ڪوبلا، ڪبردار! اهڙين ڳلين تي اصل ڪونا،ڪون ٿي پوندي – سر هڪ آ، ٻه نه ٿيندا. اڙي گوپالي ماءِ، هيڏانهن ٿي ٻيهه، هي ليڙ پيو ڪارباج (خارباز) آهي – منهن ڍڪي ڇڏ.

(انهر لٽڪن خان ۽ سندس عورت پيئي ٽمبڪٽو جي مٿان ڪِرن ٿا، ۽ ٽمبڪٽو موچڙا هڻين ٿو.)

لٽڪن خان: اڙي ڪمبخت، تمارا پيٽ هے، يا پلاءَ ڪي ديگ!

ٽمبڪٽو: نه تڏهن، تو وانگر جيسلمير جا ڏڪاري آهيو ڇا، جو خان جي گهوڙي وانگر چٽ ٿي ويو آهين.

(دروازي تي آواز ڪرڻ – جواب ندارد)

لٽڪن خان: پياري شهر ڪا در بند هوگيا، يهي جاءِ تعجب هے، ساري رات يهان ڪاٽني پڙيگي. يهان ڪا حاڪم تو بڙا آلو ڪا پٺا معلوم هوتا هے، ڪيا اسڪو

خبر نہ تي کہ آج لٹکن خان کي سواري آویگي۔ واہ بیدادي نگري، چرپٹ راجا ـ ٹکے سیر پاجي، ٹکے سیر کھاجا۔ خیر، آؤ اب ٹوٹو آغوش پر لپٹ سپٹ رہو، اور بستر گرم کرو۔ صبح درکلیگا، شہر پر مکان لي رھینگے۔

دل آرا: اي میان، دل میرا گھبراتا ھے کیا کرون، اور رات کیون کر کٹیگي۔ بھتر ھے کہ تم کچھ گائو۔

**گانو** ـ لٹکن خان:

* لٹ پٹ سي ھین جنگ پر جاتے، ھم تو بھادر لٹکن خان،
دیکھ ھماري دست وپا کو، جن وپري ھون سب حیران۔
لولے لنگڑے دست وپا ھین، ناک ھے نکٹي، بھرے کان،
دیکھ شکل روتي، غیرت سے آلو کي پي جاوي جان۔
لولے ھین تو مضائقہ ھي کیا، لنگڑي ھونے سے کیا غم،
نکٹے ھین تو فکر نھین کچھ، ھم ھین قانکڑي جنگي جوان۔
کر نہ دل آرا پیاري دل پر، تو اپنے کچھ خوف و غم،
توڑے دنون پر آن ملیگا، بوسہ دے اک میري جان۔
اب پیاري جان تم بي گانا گائو، دل بھلائو۔

**گانو** ـ دل آرا:

* بنوادو پیا کوئي پیاري،
موھي ریشم کي چولي شاڑھي۔
تجھے ساڑھي بنادون مین پیاري،
آس پر ٹانکا ھو گوٹا کناري،

* طرز: "شہر آیا مت گھبرائو" (خدا دوست)

ڦر تو هوئے بهار —
نيا هوگا نظارا
گوري هاٿون ۾ چوڙي هو ڪالي،
اور ڪانون ۾ سوني ڪي بالے،
ايي لائون سنار—
هان‌هان جائو بزار.

(ٺمبڪٺو جي دل‌آرا سان مسخري ڪرڻ)

ٺمبڪٺو: سبحان‌الله، هي عورت آهي يا قنڌاري صوفن جو مربو!

لٺڪن خان: ابي، ڪمبخت، آلو ڪا دم، هٽ جائو. ڪيا ڪوئي خيراتي مال ديکا هے.

ٺمبڪٺو: نه، تڏهن ڪوئي گورنمنٽي مال آهي.

(دل‌آرا سان)

ٺمبڪٺو: ڪيئن منهنجي بابي جي خالا؟

دل آرا: دور هٽ، حسينون ڪي ستياناسی ڪا مصالح. مرجائيے تيرا باوا، جسنے اتني دن تجھے پالا.

ٺمبڪٺو: اري مين هون تيرا چاهنے والا.

لٺڪن خان: ابے، دور نهين هٽتا؛ تيرا منهن هو ڪالا.

ٺمبڪٺو: واه ميان حسين، منهنجي بابي سائين جا سڳا مالا، معاف فرمائيئے جناب والا.

(انٽر آغا صاحب)

(ٺمبڪٺو جي مٿان ڪرڻ ۽ ٺمبڪٺو کي سيني جو خوب مارڻ)

آغا (در تي): او ظالم، اين دروازه (خو) کيون بند مي کني. (هندو سان) کافرون دروازه (خو) کولو.

هندو: آگا، گروشون مون ٻڌ- نہ کيو اٿي.

(اشارو ٺمبڪڻي طرف) انهيءَ قسيري جي حرڪت اٿئي.

آغا (ٺمبڪڻي سان): او ملعون، اين راخلاص کرو.

ٺمبڪڻو (علحده): وہ خلاص کرو- جو پٽس ڏاڏهنس جو نوڪر آهيان. اڇي ٿي خار تہ بابي سائين جي غصي کي ٿو سڏ ڪيان.

آغا (لٽڪن خان سان): اگر آغا را غصہ مي اچد، ترا ايڪ ٺونشہ مي زند.

لٽڪن خان: آغا ٺمري سنائو، تو ڦر دروازا کولون.

آغا: والله ٺمري چہ بلا است!

هندو: آغا، گجل گجل (غزل)!

آغا: غزل غزل، خوب خوب!

**گائو-** آغا:

* اين جا بيا، ڪ يار ترا پيار مي ڪنم،
اتنا ڪيا سفر، ڪ هوا کانا سي هضم.
حالم خراب شد مرا، والله در سفر،
سيرب ڪلان شد، ڪ بياور گند و حجم
بوسہ بده هضم ڪنم، خوراک شام کي،
جانم فدائي جان تو بابي جو آ قسم.
سعدي نہ گفت اهڙو شعر در همہ عمر،
والله کرد "آغا"، اين جا شاعري ختم.

* طرز: "امروز ديگرم بفراق. تو شام شد."

ٺمبڪٿو: آغا ڏارو ملڪ ڪون، ڇي، ڇي.

(آغا جي منهن ۾ ڇڪون ٿو ڏئي)

آغا: اي، اي — ڪيا ملڪ ما.

هندو: تنهنجي ماءُ جو نه، تنهنجو ملڪ.

آغا (هندو کي ماري ٿو): صبر ڪرو ڪافرون — ڦر آغا را چڙ مي نه دهي.

هندو: هڻ هڻ ليڙ پيا، ٻيو ته هٽي ڏس. گروشون گوپالي ماءُ ڏوتي چڙي پئي، نه ته وري هن شنجها مهل کون خون) ڪري وجهان ها. (علحدو) رام رام، ڪوبلي لڳدي ته ڪوب ڪشي. شنهجا جي رسوئي به هجم (هضم) ٿي ويئي.

(انٽر ۾ چٽ)

(هڪ هڪڙيءَ ڳليءَ ڪان، ٻيو ٻيءَ ڳليءَ ڪان، ڏاس جي نوڙي وٺيندا ڏا اچن. هڪ کي جتي چيلهه سان، ۽ ٻئي کي پٽڪي ۾ ٻڌل آهي.)

پهريون چٽ: اڙي وڏيرا واصل ڀلي آئين، نچ آئين، خوش آن، چڱو ڀلو، تازو مردانو، ٻار ٻچا خوش — ڳوٺ، ڳئون، ميهون، وڇون، ڪونهان، ڪڪڙ — ڏڪڙ، ڀٽ ڀائر، مال رزق، سڀ ڏي خير. گهرجي به خير!

ٻيو چٽ: وڏيرا واڏل پٺهين جادل ته چوکو آ. تون آڇي آن، ڪرڙ ڪندو، مڇر، منڙ، گاجي آدو، چتل چڻو، چاڏ گو ڇپر، سڀ خوش — ڀلا چاچو چندول خان ته چاڪ پڙ هو. جوسي، موسو، بوسو، قوسو سڀ خوش!

ڦوريون چٽ: ادو، قادر ڪل خير آهي! عبدالبند، عبدالقوزات، عبدالپتر سڀني گهڻا گهڻا سلام ڏنا آهي. پر ادو، چاچو چنبول خان چيڙڪوريءَ جو ولي عهد هيو نه!

ٻيو چٽ: ها ها، جنهن جي تنهنجي مائيءَ گهر واريءَ سان به عليڪ سليڪ هئي.

ڦوريون چٽ: اهو ڪالهه ساڍي سترهين ٻجي مهل مري ويو. ٻيو مڙئي خير آهي!

ٻيو چٽ: اڙي هاءِ، اڙي هاءِ، پر هيو مڙس، پر ڪري لچائي ويو.

ٽمبڪٽو: هان هان، آدمي آهي يا ڪاٺ جو قلاعبو - چو مئو، بابهن جي آرڊر سان مئو!

ڦوريون چٽ: بس ادو، سٽ نه جهليائين.

ٻيو چٽ: ڀلا ٻيو ته مڙيئي خير آ!

ڦوريون چٽ: ها ٻيو ڪل خير آهي. هو اوهان جي پاڙي ۾ مائي ڦوريات جو پٽ آڪڙباز خان هو نه، اهو به ڪلهه قبر جي حوالي ٿيو. ٻيو مڙيئي خير آهي!

ٻيو چٽ: شڪر ٿيو، شڪر ٿيو، پر ٻيو ته، سڀئي خير آهي!

ڦوريون چٽ: ها، ٻيو ڪل قادر خير ڪيو آهي. هو سچ پڇ ۾ وڏيرو ڀينگ بخش هيو نه، اهو به مري ويو. گهر مڙي ويس -

ٻيو چٽ: واه ڀلي، ڏاڍو چڱو ٿيو! ڳوٺ ته واندو ۽ ويڪرو ٿي پيو هوندو.

ڦوريون چٽ: ڀلا تون ڏي خبر چائي جو پير لڏا

هئا سا، ته آچڪ آهي.

ٻيو چٽ: شخر آ، شخر، پر چري رن دل لوڙهي پئي آهي.

پهريون چٽ: ادو، منهنجا به ڀاڃائيءَ کي سلام ڏجانءِ.

ٻيو چٽ: اکين سان ادو، اکين سان!

ٺمبڪٺو: اڙي، واه ڪمبخت تنهنجو هن جي زال سان ڇا، جو سلام ٿو موڪلينس. هي وري ڪهڙو فيشن. سچ چيو اٿن ته چٽ من الرت، ولوکان من الذبح.

پهريون چٽ: اي شيدي جوان خوش آن، چڱو ڀلو، تازو مردانو!

ٺمبڪٺو: ادا، تون خوش آهين، ڏاڍو سٺارو، وندڪٽ، جڙڙ ضرب. ويڄ مور راس لاٿ. سارو گوڙ بولو خوش، ڇي، ڇي، ڇي (ڇڪڻ ڏيڻ).

چٽ پهريون: شخر آ، شخر آ، پر جوان، هن ٻلهڙيءَ ڳوٺ جو در ڪڏهن کلندو؟

ٺمبڪٺو: جڏهن اوهان هڪ ڪافي ڳائيندو.

چٽ ٻيو: حاضر ادو، اسان جو بابو سائين به ڪافر هو، ملڪن ۾ مڙس جي ريٿه هئي.

**ڪافي چٽ:**

چئجانءِ پنهل کي، منهنجا ادا پاندي،
مان ٿي مران مفت اچي ٿجو ڪانڌي!

جيئجان جتن لئي، هان ٻيران ٻر ۾،
ڏک سور سرتيون، سانديان اندر ۾،

پنهنجي پنهل کي ٿي ووڙيان وندر ۾؛
سرتيون سورن ڪان، آءُ ناهيان واندي.
اديون ڏکيءَ سان زوري کيائون،
هنجان چني هوت، هَي هَي نياڻون؛
قازا بروبات هر هر چيائون،
ڏانگو روان ڪري ڪيون پنهل باندي.
پينر بلوچن جو آهي بره باري،
سهڻن ساري رات رڻ ۾ رئاري؛
اديون آريءَ کي منهنجي ڪجو زاري،
هيڪر اچي هوت ڏج ٻانهن سيراندي.
ڏرن برن ۾ "آغا" جا ڏاڍا،
جيلن جون جهوليون، ڏکر ٽڪاڻا؛
پنڌ ر پرتيون آءُ پلنگ ٿي چاڙها،
سسئي سورن يار، ڪئي آهي ماندي.
چٽ ١ : پر ادو، هاڻي ڪو ڏکر ڏاپ جو ٻهلزير
مهرباني ڪر.
ٽمبڪنو: اڙي واه، هت ڪو هوٽل يا ٻابي سائينءَ
جو ٻورچيخانو لڌو اٿئي ڇا؟
(اندر پڻاڻ ٣ چٽا)
(ٽمبڪني جي مٽان ڪرن ٿا ۽ ٽمبڪني کي مارن ٿا.
پيئي چٽا دروازي تي آواز ڪن ٿا، مگر جواب ندارد.)
ڏنو پڻاڻن جو:
*سوڪ عاشق پٽاوي، هميشہ حال بتاوي،
شب و روز ہ جڑاوي، استا پ، در، در، در!

* طرز: "تيري چل پل هے پياري"

سر ۾ قربان شي پتا دلبر جان، محذي نازڪ
دي والله گل پشان،
نشتا صنم استا پشان، قسم پا عرب و عجم
تيري واه، واه، واه —
واه، واه، واه — واه، واه، واه!
غواڙي نوروز استادا وصل يوجام، ڪلا
باور ڪئي دا،
سرولب انعام، ولاڙدي نن بيا استاب د ر
ڪئي گدا،
سوال ڪري هر صبا تيري واه، واه، واه —
واه واه، واه — واه، وه‍ا، واه!

(اندر ڊاڪٽر)

ڊاڪٽر: اي، تم لوگ ڪيا گڙبڙ مچايا هي!
لڏڪن: اري، يهي تو ڪاٽني ڪو آيا هي.
هندو: اري، او گوپالي ماءُ ڪيڏانهن گرڪ ٿينءُ. هي ڪوٻلو، شاحب لوڪ، گوٽ موٽ، ٽوٽ شوٽ، ڪندو ڏو وتي نه وري ڪا ڪرابي نه ٿئي. ٻوجن سان اچي ڪارج پيو آهي. ڪرشن مهاراج! ڪا ڪرپا ڪج — گوبند تون ڪير جي گجار (گذار)!
ڊاڪٽر (ٽمبڪٽي سان): اي، تم لوگ ڪوي هي؟
ٽمبڪٽو: جواب ندارد.
ڊاڪٽر: اي، تم پڙا آلو ديکني ۾ آتا هي.
ٽمبڪٽو: هان، هان. آءُ ڪارو آلو صاحب سفيد آلو.

ڊاڪٽر: تم ڪون هي آدمي ڪالا؟

ٽمبڪٽو: واه ڙي، بابي سائين جا سگا سالا.

ڊاڪٽر: اي، الو ڪا پٺا، تم ڪيا بڪتا هي؟

ٽمبڪٽو: اي پٺي جا الو، ذرا زور سان هن ڪن ۾ ٻڌاءِ.

ڊاڪٽر (ڪن ۾): تم ڪون هي؟

ٽمبڪٽو: نه نه، ٻيلا هن ڪن ۾ ٻڌاءِ، ساڏي سٽين آني واري ته هن ڪن ڪان سڻائين ڪين.

ڊاڪٽر: اِڌر ڪيون گڙبڙ مچايا هي؟

ٽمبڪٽو: ڇا تنهنجي بابي سائينءَ جي حرمسراءِ آهي.

ڊاڪٽر: مين ولائتي ڊاڪٽر هون، جب تم ڪو سارٽيفڪيٽ دونگا، تب تم شهر ۾ داخل ڪئي جائوگي.

ٽمبڪٽو: موت جي قاڌڪ جو سارٽيفڪيٽ ملندو ڇا؟

ڊاڪٽر: ول اب صاحب تمارا نام دريافت ڪرنا مانگتا هي.

ٽمبڪٽو: ڊاڪٽر صاحب نالو ته منهنجو بڪس ۾ بند آهي، ڪنجي وچائجي ويئي آهي، نه ته اکين سان ٻڌايان ها.

ڊاڪٽر: ڊيم. فول. پاگل!

ٽمبڪٽو: صاحب، نالو ته منهنجو مسٽر ٽمبڪٽو، سن آف مس راسبري اسڪاير هئي.

ڊاڪٽر: ڪيا ٽمبڪٽو (لکندو ٿو وڃي)!

ٽمبڪٽو: نه نه، مسٽر ٽمبڪٽو!

ڊاڪٽر: ول باپ ڪا نام؟

ٽمبڪٽو: آلو جو پٽو، ولد سوڍا واٽر خان.
ڊاڪٽر: دادا ڪا نام؟
ٽمبڪٽو: خراساني گهٽو، پٽ لمليٽ خان.
ڊاڪٽر: ول تم ڪالا ڪيون هوا هي؟
ٽمبڪٽو: هان، هي صاحب آهي يا حماقت جي ريل آهي.
حضور مين ڪنتري آلو، صاحب ولائتي آلو.
ڊاڪٽر: يعني، مٽلب (مطلب)؟
ٽمبڪٽو: يعني، صاحب ڪي شڪل لنڪا ڪي لنگور
ڪي موافق ڪيئن ٿي آهي.
ڊاڪٽر: ڪيا لنڪا ڪيا لنگور!
ٽمبڪٽو: هان هان، بنگالي بي دم باندر.
ڊاڪٽر: اڇا، هٽ جائو، تمهاري بڪوات صاحب
ڪي عقل ۾ نهي آتي.
ٽمبڪٽو: نٿي اچي ته وڃي اشتهاري حڪيمن کان
دماغ جي دوا ڪرايو، يا پارسل ٿي واپس ولايت وڃو.
ڊاڪٽر (لٽڪن خان سان): ول تمارا نام؟
لٽڪن: ميري نام سي تمارا ڪيا ڪام.
ڊاڪٽر: ڊيم فول، جلد بتائو ٽائم جاتا هي.
لٽڪن: اڇا صاحب، خفا مت هو. بندي ڪا نام
مبارڪ هي. جناب مولانا حضرت حافظ، حاذق حارص حريف
نه بدمعاش، نه شريف، نه ربي نه خريف - حاجي الحرمين
ولمغربين، ڪورالعين، چهار طرفين، منالمول، گڙبڙ
گهٽول - جناب شيخ ڪچڪول.
ڊاڪٽر: باپ ڪا نام؟

لٽڪن قاتل قوتل ڏول.
ڊاڪٽر: دادا ڪا نام؟
لٽڪن: خراساني خول.
ٽمبڪٽو: اسکو پيٽ پر مارو پستول.
ڊاڪٽر: اي، تم بيچ مين نہ بول.
ٽمبڪٽو: اچا مسٽر تارڪول.
لٽڪن: سبحان الله، ڪيا بات هي، يهي تو شعر شاعري ڪا هيڊ ڪوارٽر هي، يا ڪوئي جنڪشن اسٽيشن هي. ڪنٽري، ولائتي، اغيره وغيره شاعر، سب يهان حاضر هين.
ڊاڪٽر (چٽن سان): ول چٽ لوگ تمارا نام ڪيا هي؟
چٽ ١: ادو، اسان جو نالو آهي ڏندو.
ڊاڪٽر: باپ ڪا نام؟
چٽ ١: ابي جو نالو ڪندو.
ڊاڪٽر: دادا ڪا نام؟
چٽ ١: هاءِ هاءِ، ڏاڏل سائين جي تہ ملڪن ۾ ريٽہ هئي. سائين نالو هيس صافو.
ڊاڪٽر: مان ڪا نام؟
چٽ ١: مون تہ پنهنجو نالو سرڪاري پهريان مٽايو.
ٽمبڪٽو: اڙي ڪمبخت. تون نہ، تنهنجي ماءُ!
چٽ ١: هان، بيبي جمني مائي.
ڊاڪٽر: ول تمارا پيشہ ڪيا هي؟
چٽ ١: صاحب منهنجو پيشاب اهڙو ڳاڙهو آهي، جهڙو صاحب جي منهن جو رنگ.
ڊاڪٽر: اي گدي ڪي مافڪ (موافق).

ٽمبڪنو: اڙي ڪاٺ جا آلو - صاحب ڏنڌو ڪم ٿو پڇئي.

ڇٽ١: سيٺ ڏنڌو ته اسان جو گرڙگهوٽ، گرڙگهوٽ آهي، ٻيو وري ڪهڙو هوندو! آهو ڀاڻيهي سمجهي ونو ها، پڇڻ جو ڪهڙو ضرور. ڀلا ادا، ڇٽن سان پئي آهي!

(ڊاڪٽر ٻئي ڇٽ سان)

ڊاڪٽر: ول تمارا ڏام؟

ڇٽ ٢: جهبو.

ڊاڪٽر: باپ ڪا نام؟

ڇٽ ٢: ڪپيو.

ڊاڪٽر: دادا ڪا نام؟

ڇٽ ٢: رنپيو.

(ڊاڪٽر هندوءَ سان)

ڊاڪٽر: ول تمارا نام ڪيا هئي؟

هندو: ڀائي آچارءِ.

ڊاڪٽر: باپ ڪا نام؟

هندو: ملڪ، سيٺ ڀاپرداس سٽن ڪولن جو ڪانود.

ڊاڪٽر: دادا ڪا نام؟

هندو: ڪانود، ڀاپو ڀڪوڙو مل ڀٽ ستياناس راءِ.

ڊاڪٽر: مان ڪا نام؟

هندو: حجور، مان ته پنهنجي جال (زال) کي چاچي چنٽي چوندو آهيان، ٻوءِ سرڪار مائي باپ آهي.

(ڊاڪٽر پٺاڻن سان)

ڊاڪٽر: ول پٺاڻ تمارا نام ڪيا هي؟

پٺاڻ ١: همارا نام چلم خان.
ڊاڪٽر: اور تمارا؟
پٺاڻ ٢: چرس خان.
ڊاڪٽر: تمارا؟
پٺاڻ ٣: ٽپوس خان ولد خڙوس خان.

(ڊاڪٽر آغا صاحب سان)

ڊاڪٽر: ول تمارا نام ڪيا هي؟

آغا: صبر ڪرو، ڪافرون فرنگي، هم سردار لوگ هئي— هم خو لڙيگا.

ڊاڪٽر: اڇا، بابو لوگ صبر ڪرو لڙو مت. تم ڪو صاحب سرٽيفڪيٽ ديتا هئي. اب سو جائو، صبح ڪو شهر ڪا در ڪهليگا.

(ڊاڪٽر ايگزٽ)

ٽمبڪٽو: هينئر ته موچڙن جي ٻوڙ ڪان ڪيئن ٻنان في بابو ڏاڏو ٿو ٻڌائي. پٺاڻن جو مذهب اهڙو آهي.

(سڀ سمهن ٿا)

(جميل جو خنجر ڪٺي اچڻ)

جميل: خواب گاه جا دروازا کليا پيا آهن، دروازي تي قضا پهرو ڏئي رهي آهي. آها، ها— ڪهڙيءَ نه مٺيءَ ننڊ ۾ غافل پيو آهي. اي ننڊ جا متوالا، تون ڪجهه نٿو ڄاڻين. هت تنهنجي موت جو سامان تيار ٿي رهيو آهي. اي رات، تون ظالم جي دل واڱر اڇا ۽ سياهه ۽ خوفناڪ ٿي. آسمان جا ستارؤ، ابر جي نقاب ۾ پنهنجي رخ روشن

کي ڇپايو، ڇاڪاڻ ته اوهان هن هولناڪ نظاري جي ڏسڻ جو تاب نه آڻي سگهندؤ، شور غل مچائي، منهنجي ستل شڪار کي بستر موت کان جاڳائيندؤ. اي جهنم جي آگ، اگر منهنجي جسم ۾ ذرو به رحم جو حصو باقي رهجي ويو هجي، ته ان کي جلائي خاڪ ڪر. او خوني ديوتا، منهنجا هٿ فولاد کان ۽ دل پٿر کان زياده سخت بڻائي ڇڏ. واه، گهڙيال هن جي آخر عمر گهڙي وڄائي پوري ڪئي. ڇا هن زهري نانگ کي زنده ڇڏي ڏيان! نه نه، هرگز نه! هن ناپاڪ هستيءَ کان دنيا جو دامن پاڪ ڪرڻ ضروري آهي. اي خنجر، خونخوار خنجر، غمخوار خنجر، هر مشڪل ۾ مددگار خنجر! مان به مرد ذات آهيان ۽ تون به مرد ذات آهين. بي ڪسيءَ ۾ همدردي ڪرڻ لازم آهي، مرد کي مرد جي ڪم اچڻ ثواب اعظم آهي.

**بيت**

هڪ بار ۾، هڪ وار ۾، موذي جو سينو چاڪ ڪر،
برق تون آن، برگ آ، هي جلد ساڙي خاڪ ڪر.

(جميل جو وار ڪرڻ، ٺمڪڻي جو سجاڳ ٿيڻ.)

ٺمڪڻو: خبردار، خوني خبردار!

جميل: دور هٽ، او مڪار!

مسافر: پڪڙيو، پڪڙيو، خوني جڪڙيو!

(شور ٿيڻ، پليس جو اچڻ، ۽ جميل کي گرفتار ڪرڻ.)

(پردو ڪرڻ — ڊراپسين)

# باب ٽيون

## پردو ڦهريون

(ممتاز قيد ياني لباس ۾ ويٺو آهي)

ممتاز: اي خالق ڪون و مڪان، مالڪ هرانس وجان! اگر تنهنجي مرضي آهي ته مان هنن ظالمن جي اڳيان ذليل ٿيان، ته هن بي‌صبر دل کي صبر عطا فرماءِ! اي ظالمو، ڇا اوهان اهو ڪين ڄاڻو ٿا ته ظالم مظلوم کي ستائي ڪهڙو ڦل ٿو پائي! غافل نه ٿيو، اجايو دوکو نه ڪائو، خدا جي رحم کي ٺٺولين مان نه اڙايو— غمگين دلين نه ستايو. هن قادر مطلق جي سڙني بي آواز آهي؛ هن جي چڪي ڦرڻ ۾ سست، مگر پيهڻ ۾ جلد باز آهي. مان انهيءَ وٽ فريادڪٽي ويندس، مان پنهنجن رڙين سان هن جي ستل قهر جاڳائيندس. هو چوندو مان چوائيندس، هو ٻڌندو مان ٻڌائيندس؛ بلڪ هن دل چاڪ جا زخمي ٽڪرا به ڏيکاريندس.

(اندر فوجدار)

فوجدار: او خوني، قاتل بدڪردار، عزت جا دشمن، ذلت جا خريدار، اڇا توکي وجهه ڏنو وڃي ٿو. سچ سچ بيان ڪر، ڪجهه ڏيان ڪر.

ممتاز: هينئر ته بي عزت آهيان، بدذات آهيان،

خوني آهيان، خونخوار آهيان، هڪ قيدي آهيان، ذليل آهيان، گهنهگار آهيان!

فوجدار: اي ديوانا، تون ناحق خاندانن جي پاڪ عصمت کي داغ ڏين ٿو، ۽ پرده دار عورتن کي معشوق سڏين ٿو.

ممتاز: تير، تلوار، تيغ، نيزه و تبر برزن،
زهر، خون، آگ مصيبت جا خنجر برسن،
بجليون چرخ کان ۽ ڪوهه کان پٿر برسن،
ساري دنيا جون بلائون، ڀلي برسر برسن،
ٿني ختم ڀل ته هي ۽ هر هڪ مصيبت مون تي،
مگر الفت کان مٽيان منهن، ته آ لعنت مون تي!

فوجدار: غور ڪر، ورنه اجل تيار آهي،
تنهنجو سر آهي ۽ هي ۽ منهنجي تلوار آهي.

ممتاز: مصيبت جي ڀؤ، رنج جي حول کان،
عاشق بدلن نٿا پنهنجي قول کان.

فوجدار: مان توکي وري ٿو چوان ته تون خون جو اقرار ڪر؛ انڪار نه ڪر، ورنه تنهنجو سينو سيف سان چاڪ ڪبو، تنهنجو لاش جلائي خاڪ ڪبو.

ممتاز: اي ستمگر، زيردستون پر ستمگاري نه ڪر،
ظلم ڪي اقليم ڪي، هرچند سرداري نه ڪر!
توڙ مسجد، ڦاڙ مصحف، پي شراب، اور ڪر زنا،
جو تو ڪرتا هي تو ڪر، يهي مردم آزاري نه ڪر.

فوجدار: پنهنجي ضد کان باز نٿو اچين، ياد رکج، سئين رستي تي ممتاز نٿو اچين. (سپاهين سان) خير، مقدمو

شروع ڪيو، ڪيس ڪورٽ ۾ رجوع ڪيو.

(فوجدار ايگزٽ)

ممتاز : اي خدا دو جهان، مالڪِ زمين و آسمان! اگر ممتازکي ڪجهه اميد آهي ته تنهنجي ذات پاڪ کان آهي.

گانو ممتاز:

* اي ڪار سازِ عالم، مشڪل ڪشا تون آن،
اي بيڪسن جا مالڪ، لائق ثنا تون آن!
هن مبتلاءِ غم جي، اي بيڪسي خبر لهه،
سڀ جڳ ٿيو آ دشمن، هڪ آشنا تون آن.
ڪر دور تون هي داتا، دشمن سيئي دورنگا،
دانا تون آن مولا، منصف صفا تون آن.
شرم و حيا جو توتي، ننگ آهه منهنجا مولا،
رک آبرو تون جڳ ۾، لطفِ فزا تون آن.
محشر ۾ پيي اي "آغا"، مان نيڪ نام رهندس،
هن دل منهنجي جو مولا، شاهد خدا تون آن.

(ممتاز ايگزٽ)

---

* طرز: "مولا ميري مدد ڪر، مشڪل ۾ آني والي!"

# پردو پيو

## ڪورٽ

جج: پٽيوالا! فريادي شمشاد، جوابدار ممتاز ۽ جميل کي حاضر ڪر.

پٽيوالو: جوابدار ممتاز حاضر ٿئي!
جوابدار جميل حاضر ٿئي!
فريادي شمشاد حاضر ٿئي!

(انٽر ممتاز، جميل، شمشاد)

جج: ممتاز تنهنجو نالو آهي؟

ممتاز: جي، ممتاز پر غم، هن اسيرِ الم جو نالو آهي.

جج: ڇا خوني تون آهين؟

ممتاز: مان ته نه خوني آهيان نه جنوني آهيان، مگر ستايل قضا آهيان — نه سينهزور آهيان، نه چور، نه لائق سزا آهيان.

جج: ڇڏ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي ته سچ سچ چوندس.

ممتاز: بخشش جرم جو سامان شل مون سان رهي،
جان وڃي، مگر ايمان شل مون سان رهي.

جج: جلد ٻڌاءِ، تون ڪرين ٿو شيون ڪنهن واسطي،
چاڪ چاڪ آهي دامن تو ڪنهن واسطي؟

ممتاز: هيءَ افسوس جو مڪان آهي، جو اوهان جهڙو

داناءَ جج هجي ۽ پوءِ بہ جوابدار کان احوال مصيبت د ريافت ڏئي.

آدمي صاحب سچاپي تو قيافي کي ڏسي،
مضمون خط تو ڇاڻجي، يڪدم لفافي کي ڏسي.

اگر اوهان ۾ ڪجهہ دانش آهي، تہ اتي جو اتي هرهڪ جي آزمائش آهي.

جج: ڀلا حقيقت ۾ مجرم ڪير آهي؟

ممتاز: آٿيو جو ڪفر ڪعبي کان، ڪٿي رهندي مسلماني!

جج: يعني؟

ممتاز: فرشتا ۽ هيءَ شيطاني، ڀاءُ ۽ هيءَ بي ايماني!

جج: ڇا، خود جميل!

ممتاز: جي، اهو ڪم اصيل — رذيل.

جڏهن هن بيڪس تي ٿي رهيو هو ستم، هن جي تيغ آهين جو،
فلڪ ٿي خوف کان لرزيو ۽ تڙپيو ٿي جگر زمين جو؛
قريب اچي ٿو روز محشر، نہ ڇپندو خون هي ناحق،
جي چپ رهندي زبان خنجر لهو پڪاريندو آستين جو.

جميل: افسوس منهنجي جان جا خوني بدو، منهنجي خاندان جا عدو — ڇا تو منهنجو بازو ڪين ڪاٽيو، منهنجي پياري ڀيڻ جو خون زمين تي ڪين ڇاڻيو؟

ڪيئن سبز چمن منهنجو، تو برباد ڪيو،
تو رحم نہ — افسوس اي جلاد ڪيو!

ممتاز: جيترو آبنوس ۽ هاٿي جي ڏندن ۾ فرق آهي، اوتروئي تنهنجي ۽ هن جي گوشت ۽ خون ۾ فرق آهي. هوءَ راحم، تون ظالم؛ هوءَ دمساز تون دمباز — "چہ نسبت

خاڪ را، با عالم پاڪ!"

جج: پلا انهيءَ جي ثابتي ڪورٽ کي پيش ڪر!

ممتاز: اهو سارو هن شمشاد بد خصال جي روباه بازيءَ جو وار آهي، اهو هن ڪمبخت جي فتني پردازيءَ دغابازيءَ جو چار آهي؛ جو اڄ ممتاز هن مصيبت ۾ گرفتار آهي.

انهيءَ مظلوم جو آ خون صاحب هن جي گردن تي،
خداوند شل وجهي صد بار لعنت، اهڙن مردن تي!

جج: انهيءَ جو ڪو گواهه آهي؟

ممتاز: هڪ ته مندس حبشي غلام گواهه آهي، ٻيو شاهد الله آهي.

شمشاد (علحدو): اهو ته مان چئي رهيو آهيان ته هن خون جو جميل سزاوار آهي، اهوئي گنهگار آهي.

**بيت**

شام غربت جي مون کي پنهنجي کهاٽي ياد آ،
دشمن جان آ انهيءَ جي ايذا رساني ياد آ.

فوجدار: ليڪن سرڪار انهيءَ جو سبب اور آهي، هيءَ ڳالهه قابل غور آهي. هي ممتاز متوالو ٿو ڏسجي، شراب خور، بدچالو ٿو ڏسجي.

ممتاز: جي، بيشڪ مان بدچالو، حجتي، لعنتي، متوالو، حرام جو مال پاڻان ٿو؛ شراب خوريءَ ۾ آڏايان ٿو—جڏهن ڪنهن ڪان نفعو نه ڪاوان ٿو، تڏهن ان کي گنهگار بڻايان ٿو.

بي گناهن جي گلي تي ڇري ڦيرايان ٿو،
غريبن کي ڦاسي تي چڙهايان ٿو؛

جي شخص ڏچن ڪين خدا کان، سي اسان هون،
جي پيش اچن ظلم و جفا سان، سي اسان هون؛
مجرم جي بڻائن ٿا دغا سان، سي اسان هون!

فوجدار: او بد اوسان خاموش، ورنہ تنهنجي زبان ڪاٽي ويندي.

ممتاز: هان هان، ڪاٽي ڇڏيو، ڪاٽي ڇڏيو، ڪاٽي ڇڏيو،
سر کان اول منهنجي زبان ڪاٽي ڇڏيو.
چڱو ٿيندو جو قيامت جي ڏينهن منهنجي منهن ۾ زبان ڪانہ هوندي، جو خداوند جي روبرو تنهنجي مڪاري، هنن ظالمن جي جفاڪاري، بيان ٿيندي؛ ورنہ اوهان جا سڀ عيب کلي پوندا.

سپاهي: توکي خبر نہ آهي، تہ جيڪو بي ادبيءَ جي فريب ڏئي ٿو، تنهن کي قيد نصيب ٿئي ٿو.

ٺمبڪٺو: قيدي تہ سارو زمانو آهي، جنهن ۾ اوهان جهڙن بدمعاشن جو ٺڪاڻو آهي.

جج: او، ٻاءِ ۽ ڀيڻ سان هيءَ ڪج ادائي،
لعنت، لعنت، او قصائي!

جميل (علحدو): افسوس، اگر هن پوليٽيڪلي ڪان خبردار ٿيان ها، تہ ڇو ڀيڻ جي خون وهائڻ لاءِ تيار ٿيان ها؛ ۽ اڄ هن مصيبت ۾ گرفتار ٿيا ها. (جج سان) ليڪن حضور انهيءَ جو بہ ڪو سبب ضرور هوندو، ڪنهن ٻئي جو فتور هوندو.

جج: ڀلا جلد جلد بيان ڪر، سارو قصو پبلڪ تي عيان ڪر.

جميل: ڇو نه ڪي تم هن شمشاد ناشاد شراب پياري، ڏناري، پيسا ڏيکاري، پيءُ جو خون ڪرايو آهي، هن ممتاز تي اجايو الزام ڌرايو آهي. مان ڏوهي، هي بي ڏوهي آ، اهو سڀ (اشارو شمشاد ڏانهن) هن مڪار جو ڏوهه آ.

شمشاد: اي جميل، اهڙيون ڳالهيون نه ڪر، ڪجهه خدا ڪان ڏر.

جج: اي ٽمبڪٽو، توکي جيڪا خبر آهي سا جلد اظهار ڪر، هن ناحق خون جو قصو عالم آشڪار ڪر.

سپاهي: ٻڌائين نٿو حيوان.

ٽمبڪٽو: ٻڌايانءِ ٿو شيطان.

سپاهي ٢: جلد جلد بيان ڪر، او شيدي روسياه!

ٽمبڪٽو: هل هل، راوڻ جا قبلہ گاه! حضور، غريبن جا عيب زياده ظاهر ٿين ٿا. اميرن ۾ گرچ هزارها عيب آهن، مگر سندن زر و دولت سان گڏ صندوقن ۾ بند رهن ٿا.

فوجدار: حضور، ٽمبڪٽو ديوانو آهي.

ٽمبڪٽو: اوهان جو دماغ ٻه گدوبندر جو پاڳل خانو آهي.

فوجدار: سرڪار هي روسياه گواه، ڪاذب ٿو ڏسجي، بلڪ فاسق ٿو ڏسجي.

ٽمبڪٽو: برابر حضور، ليڪن جهڙيءَ طرح خداوند پاڪ پٿر جي اندر لعل ڇپائي ٿو، اهڙيءَ طرح پيانڪ شڪل ۽ خوفناڪ چهري وارن جي سيني ۾ به نرم ۽ رحم واري دل عطا فرمائي ٿو. (جج سان) حضور، هي ممتاز صاف بيقصور آهي، هي جميل رذيل پنهنجي پيءُ جو قاتل آهي، جنهن

سان هي شمشاد ناشاد به شامل آهي.

شمشاد: زنده حماقت، توکي هت ڪنهن موڪليو، ڪنهن گهرايو؟

ٽمبڪٽو: ايمان موڪليو، انصاف گهرايو.

شمشاد: تنهنجي اچڻ جو ڇا ضرور هو.

ٽمبڪٽو: هڪ بيڪس کي ظلم کان ڇڏائڻ منظورهو.

فوجدار: ڇاايمان توکي هت بدزباني لاءِ موڪليو آهي؟

ٽمبڪٽو: ته ڇا توکي خدا هت بي ايمانيءَ لاءِ موڪليو آهي؟

شمشاد: ڇا تون منهنجو غلام ٿي، منهنجو شريڪ حال ڪين آهين؟

ٽمبڪٽو: بيشڪ، هڪ مظلوم دشمن جي شراڪت منظور آهي، مگر ظالم مالڪ جي شراڪت جو ضرور نه آهي.

فوجدار: ڪير ٿو توکان اهڙيون ڳالهيون پڇي.

ٽمبڪٽو: رحم ۽ نيڪي.

شمشاد: ڇا تون منهنجي غصي کان بي خبر آهين.

ٽمبڪٽو: مون کي تنهنجي غصي کان زياده خدا جي غصي جو خوف آهي.

فوجدار: بدزبانن جي طرح بدزباني،

ٽمبڪٽو: شيطانن جي طرح بي ايماني،

فوجدار: عقل اٿئي انجام تي نظر ڪر!

ٽمبڪٽو: بندو آهين ته خدا جو ڊر ڪر! (علحده)، افسوس، هن آفيسر پوليس، فرعون جي ڏاڏي ابليس جي

دل الاجي ڇا مان جڙيل آهي. اگر پٿر جي هجي ها ته ڀڄي ٽي پوي ها، اگر لوهه جي هجي ها ته ڀڄي وڃي ها، مگر هن دوزخي دنبي جي دل شايد دوزخ جي آگ مان پيدا ٿيل آهي. مون کي يقين آهي ته قيامت ۾ به دوزخ جي دروازن تي اهي پهرو ڏيندا.

فوجدار: ٽمبڪٽو خاموش!

ٽمبڪٽو: مان سچ ٿو چوان.

فوجدار: نه چئو!

ٽمبڪٽو: ڇا تون سرڪاري عملدار ٿي مون کي ڪوڙ چوڻ لاءِ مجبور ڪرين ٿو، بهتر آهي ته مون کي پنهنجي تلوار عنايت ڪر، ته مان هيءَ زبان ڪپي اڇلايان.

فوجدار: اهو به جواب جهول آهي.

ٽمبڪٽو: نه ته اها ڳالهه ميچ، ته زبان خدا سچ چوڻ لاءِ عطا فرمائي آهي، ورنه هن جو هئڻ فضول آهي.

جج: اهو بحث ڇا تي آهي، (فوجدار سان) ڇا تون شمشاد جو وڪيل آهين؟ اهو بيشڪ خلاف ايمان آهي، سچ چوڻ ۾ سچ جي طرفان وڙهڻ، اهو خدا جو فرمان آهي.

فوجدار: ڪورٽ جي راءِ منظور آهي، مگر مشيرن جي صلاح جو به ضرور آهي.

جج: جنٽلمين، ڪورٽ اوهان صاحبن کان دريافت ٿي ڪري ته، اوهان هن جوابدار کي هن ڪان اڳ ڪنهن آدميءَ کي قتل ڪرائيندو ڏٺو آهي.

مشير: نه.

جج: ڪنهن سان وڙهندو ڏٺو آهي؟

مشير: اصل نه.

جج: ڪنهن تي حملو ڪندي ڏٺو آهي؟

مشير: ڪڏهن به نه.

جج: پوءِ جاءِ غور آهي ته جنهن بي گناهه فرشتي اڄ تائين ڪنهن ڏي غصي سان به ڪين ڏٺو آهي- ڇا هي ممڪن آهي، جو هو يڪدم رحم ۽ نيڪيءَ کان اهڙو بيزار ٿي ويندو، جو ناحق خون وهائڻ لاءِ تيار ٿي ويندو.

فوجدار: جڏهن ظلم جا انڌيرا ڇائجن ٿا، تڏهن فرشتا به هيڪر ٿوڪر کائن ٿا- پر پوءِ وري پڇتائن ٿا.

جج: جڏهن ظلم جو انڌيرو ڇائنجي ٿو، تڏهن ايمان جو چراغ به آتي پنهنجي روشني ڦهلائي ٿو.

فوجدار: انهيءَ ڳالهه جو عقل قائل ڪين آهي، ڇاڪاڻ ته جتي بي رحميءَ جي سياهي گهاٽيءَ گهري آهي، اتي ايمان جو چراغ ڇا، اگر آفتاب به چمڪي ته به انڌيري آهي.

جج: هي رڳو اوهان جو گمان آهي، دنيا ۾ چڱا ۽ برا پنهي طرحن جا انسان آهن. جهڙيءَ ريت صدها اهڙا لالچي آهن جي پرايو حق دبائن ٿا، اهڙيءَ ريت اهڙا هزارها ايماندار خدا جا بندا آهن، جي فاقن سان مرن ٿا مگر حرام جو مال اصلي نه کائن ٿا. تنهنڪري هڪ بي خطا کي سزا ڏيڻ، هيءَ ڳالهه انسانيت کان دور آهي، ڪورٽ کي نامنظور آهي- ممتاز صاف بي قصور آهي.

فوجدار: ثابتي؟

جج: اول ته جوابدار جو معصوم چهرو جنهن مان

نيڪي ۽ رحم دلي ٽپڪي ٿي آهي؛ ٢. هن جي چال چلت؛ ٣. جوابدارن جي پاڪ ۽ صاف زندگي، جا آئيني وانگر چمڪي رهي آهي؛ ٤. جميل جو ڏوهه بابت اقراري ٿيڻ؛ ۽ ٥. ڏمبڪڻي جي گواهي. تنهنڪري بموجب فرمان شاهي، جوابدار ممتاز کي آزاد ٿو ڪجي؛ عالم کي انصاف سان شاد ٿو ڪجي. اي سپاهيو، قيدين جا زنجير يڪدم ٽوڙيو، رسا ڇوڙيو؛ باقي شمشاد ۽ جميل جو ڪيس تاريخ پندرهين تائين محمل رکيو ٿو وڃي.

(پڙدو ڪري ٿو)

## پردو ٽيون

### جهنگل

(انڊر ڏمبڪڻو)

**رباعي**

ڏمبڪڻو: بلا چٽ، چٽا چٽ، صفا، چٽ هي ٻه چٽ، هؤ ٻه چٽ، صفا چٽ، يعني چٽ. ٻس نفرت — نفرت اصل نفرت — نقل نفرت — مطلب نفرت — اغيره نفرت، وغيره نفرت — اگر نفرت — مگر نفرت، مطلب نفرت، يعني ڪنتري عورت کان بلڪل نفرت!

واه واه، سبحان الله، اسان جو والد بزرگوار (خدا غريق رحمت ڪريس!) اسان کي هميشه نصيحت ڪندو

هو. جيڪڏهن ايمانداريءَ سان ڪم ڪندؤ ته بک مرندؤ. مفلسي هر وقت هٿ ٻڌي اڳيان حاضر رهندؤ، بي عزتيءَ جو پهرو دروازي تي سٺو هوندو. خلق خدا جي ڌڪاريندؤ. پر جي بي ايمانيءَ سان هلندؤ ته عيش آڏائيندؤ، جشن ماڻيندؤ، ماڻهو عزت ۽ محبت جي نظر سان ڏسندؤ.

اي امانت برتو لعنت، از تو رنجي يافتم،
اي خيانت، بر تو رحمت، از تو گنجي يافتم.

**گانو**

مان دانا بيشڪ بينا، وه وارنگي ڍنگي يارو،
چلتو پرزو سڀ ڪان سياڻو، آهيان حڪمت وارو!
حرڪت شرڪت ساڻ دنيا ڪي، ڪيان والله فنافي الله،
ڇڏي سچائي، ڪيان لچائي، جوئي، ملي سو بسم الله!
(انٽر رهزن)

رهزن: ها، ها، شڪار هٿان نڪري ويو، مگر ڪيڏانهن ويندو. اجهو، اجهو هي ٿو وڃي، پڪڙ- جڪڙ!

ٺمبڪنو: اڙي ڪتي آهي تنهنجو شڪار،
شيطان جا ساٿي، نمرود جا يار!

رهزن: هڪ هرڻ پٺيان ڊوڙندو آيو آهيان، مگر خدا ڄاڻي ڪيڏانهن ڀڄي ويو.

ٺمبڪنو: ڇگو تڏهن هينئر تشريف جي ٽوڪريءَ کي واپس ڪيو، وڏيڪ ڪوڙ نه ڪيو. ڏڪڻ ولو، جلد روانا ٿيو.

رهزن: مگر دل اجا شڪار لاءِ خواهشمند آهي.

ٺمبڪنو: اڙي بدو هتي شڪار هجي ٻه ني، هت ته

رڳو ڪچرو گند آهي.

رهزن: ڇا هت شڪار ڪونهي.

ٽمبڪنو: هان هان، منهنجي شڪار جو خيال ته ڪونه آهي؟

رهزن: البت، تنهنجو نه ٻيو وري ڪنهن جو.

ٽمبڪنو: آخر مون ڪهڙو قصور ڪيو.

رهزن: قصور، قصور! او پر فتور، ٻڌايانءِ ڪهڙو قصور ڪيو اٿئي.

ٽمبڪنو: ساهه ته تنهنجي ڌمڪيءَ مان ڇڏي ويو، ٻڌندين ته خدا ڇاڻي ڇا ٿيندو.

رهزن: بس، خاموش، جيڪو پيسو ڏوڪڙ هٿ ۾ اٿئي، سو جلد ٻاهر ڪڍ.

ٽمبڪنو: مون وٽ اٿئي الله جونالو، صفا چٽ ميدان. گهر ۾ بک، آره ۾ آڪڙ، جيڪو جوٽ چوي، سو بي ايمان.

رهزن: جلد مال ٻاهر سٽ، ورنه هن برجلوٽ بندوق سان تنهنجا پرزا اڏائيندس ۽ تنهنجي خرمن هستيءَ کي آڳ لڳائيندس. ڪڇ، ڇا ٿو چوين، حيوان!

ٽمبڪنو: چوان ٿو نه شيطان، مون وٽ اٿئي ڌنو اڪر مهربان!

رهزن: او ضدي، تون ٻاز نه ايندين. ڏس، جڏهن مون ايڪ، دو، تين چوندس، تڏهن هن تمنچي جو فير ڪندس، ۽ تنهنجي مشتِ خاڪ کي هوا ۾ اڏائيندس- سنڀري و يهه، ايڪ، دو!

ٽمبڪنو: هان هان، لينا ايڪ نه دينا دو — بيهه، بيهه،

ذرا دم ته پٽ.

رهزن: ته رپيا زمين تي سٽ.

ٽمبڪنو: چڱو ترس ته دل ۾ سوچ ڪريان (سوچي ٿو). مون کي ته تنهنجي پڙ ڏاڏي جي ڏائيءَ ٽنگ جو قسم آهي ته مون وٽ ته ڪجهه به نه آهي، باقي اسٽيشن يا لڪيدر تي وڃي ڪا ڏکي چري يا ڪينچي ڪٽي بيهه، ته خدا ڪندو ته پئون ٻارنهن آهي.

رهزن: چڱو پلا تيار ٿي، ايڪ، دو!

ٽمبڪنو: هان هان، خواه مخواه ايڪ دو! هاڻي مسخري ڇڏ، ٽر ڪٽي. ماڻهو اڄ ڪلهه بي موت ٿا مرن، تون وري ايڪ دو جي ٽڪٽ سان موت جو ڦاڏڪ ٿو لنگهائين.

رهزن: تون مسخري سمجهي رهيو آهين، پلا اجهو مسخريءَ جو مزو ٿو چکايانءِ — ايڪ، دو، تين (ڪوڙو فير ڪري ٿو).

(ٽمبڪنو فريب ڪري زمين تي ڪري ٿو)

رهزن: هينئر هتان نڪري وڃڻ گهرجي، متان ڪنهن بلا ۾ نه گرفتار ٿيان.

(رهزن ايگزٽ)

(ٽمبڪنو آهستي آهستي اٿي ٿو)

زباني

ٽمبڪنو: والله، ايڪ، دو، تين ته نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو هو، مرڻ کان اڳي موت جو سرٽيفڪيٽ ڏيئي ڇڏيو هو. مگر آءٌ به آفت جو پتلو آهيان، اهڙو پيچ ڪيڏيم جو

ايڪ، دو، تين ڪي به رفو چڪر ڪري ڇڏيم.

( انٽر رهزن )

رهزن: هان هان، ايڪ، دو، تين ڪي به رفو چڪر ڪري ڇڏيم، توکي ته آنت موتو قبل، يعني مرڻ کان اڳي به ياد آهي. تون ته وڏو استاد آهين.

ٽمبڪٽو: مگر تون ته استاد جو به استاد نڪتين.

رهزن: ڀلا هينئر جلد ٽي رپيا ٻاهر ڪڍ، پنهنجي جان ڇڏاءِ، رهائي پاءِ — جلد ڪڍ، ڪڍ!

ٽمبڪٽو: ملئي ته وٺ — وٺ، مون وٽ ته اٽئي صفا صفائي. پيارا سائين، ليکي کي للا، وصل کي وٺيون.

رهزن: ته انهيءَ جي مون وٽ هڪڙي تدبير آهي.

ٽمبڪٽو: اها وري ڪهڙي؟

رهزن: ايڪ، دو، تين!

ٽمبڪٽو: يا رب العالمين!

رهزن: بس بس، تيار ٿي، ايڪ، دو، تين!

( رهزن ڪوڙو فير ٺو ڪري، ٽمبڪٽو ڪري ٿو ۽ رهزن سيني تي چڙهي پيسا ڪڍي ٺو وڃي).

( رهزن ايگزٽ )

ٽمبڪٽو ( آٿي ٿو ): ايڪ، دو، تين جي ميگزين ته ذري گهٽ ستياناس ڪري ڇڏي هئي. خير، هينئر اهو ايڪ، دو، تين به ياد ڪجي. ڪنهن ٻئي ڀلي‌مانس جو انهيءَ ترتيب سان خانو برباد ڪيان.

( انٽر به انڌا فقير )

ٽمبڪٽو: هان، هي وري ڪير! ذرا لڪي هنن جو

تماشو ڏسڻ گهرجي.

فقير١ : اي فقير صاحب توکي خيرات ۾ ڇا مليو؟

فقير٢ : اڙي يار ڪجهه نه پڇ، مهيني ۾ فقط هڪ هزار-ٻلا تون ڏي خبر.

فقير١ : اڙي يار ڇا خاڪ ڪمايم، رڳا ١٦٠٠ سؤ رپيا پندرنهن آنا، ساڍيون تيرهن پايون ۽ هڪ ڪينگر آٽي جو.

ٽمبڪٽو (علحده): يا الله، ايتري رقم ڏي به هنن ڪمبختن جو ڏيان نٿو پوي.

فقير١ : يار هي شهر وڏو ڪنجوس آهي.

فقير٢ : واقعي وڏو منحوس آهي، مکي چوس آهي.

ٽمبڪٽو (علحده): هان، سچ آهي اڄ ڪلهه ڏينهن جي خيرات کان رات جي خيرات زياده ٿي پيئي آهي.

فقير١ : يار هينئر اچ ته پنهنجا پيسا ڪنهن درخت جي هيٺان دفن ٿو ڪريان.

ٽمبڪٽو (علحده): بيهه ته اچ تنهنجو ڪفن ٿو ڪريان. هنن ريڇن جي ڇڙ ڇڙ ٻڌي اسان جو مسٽر ايمان ته رفوچڪر ٿو ٿئي. مون بي ايمانيءَ کان توبهه ڪئي هئي، پر بزرگن جي وصيت تي هلڻ واجب آهي. اڄ ته توبهه کي ڪٽي ڌار ٽوڙيون، وري ٻئي دفعي ڪٽي جوڙي وجهبي. پنج- گهڙ پنهنجي وس جي ڳالهه آهي، گهر جو ڪارخانو آهي.

(ٽمبڪٽو پيسا کسڪائي ٿو)

فقير١ : اڙي منهنجا پيسا الائي ڪيڏانهن ويا.

ٽمبڪٽو : جهنم ۾.

فقير ٢ : اڙي، گهوڙا ڙي، منهنجا ٻه غضب ٿي ويا.
ٽمبڪٽو (علحده): ٻچا خيرات ۾!
ٻيئي فقير: هاءِ، هاڻي ته مري وياسون.
ٽمبڪٽو (علحدو): مان فاتح ته پڙهان، پرچاڻي ته ڪريان.
فقير ١ :يار هينئر ڇا ڪرڻ گهرجي؟
ٽمبڪٽو (علحده): ڪفن دفن جي تجويز.
فقير ٢ : هاءِ، هينئر ڪيڏانهن وڃون!
ٽمبڪٽو (علحده) قبرستان ۾ يا وڏي مساڻ ۾.
فقير ١ : آف، هينئر اسان جو حامي ڪير آهي.
ٽمبڪٽو (زور سان) : ملڪالموت!
فقير : اڙي تون وري ڪير مردود.
ٽمبڪٽو : واه ٻچا نمرود، مرگيا مردود، نه فاتح نه درود.
فقير : اڙي پڪڙجڪڙ، چور چور — سينه زوز — پليس پليس!
ٽمبڪٽو : فرياد فرياد، پليس، سپاهي — چور چور — گهوڙا — اٽ — گڏه، وغيره وغيره.

(انٽر چند سپاهي)

سپاهي: اڙي هي ڇا جو شور آهي ڪهڙو چور ڪهڙو سينه زور؟
فقير: حضور اسان ته انڌا آهيون، اسان کي ڪهڙي ڪل ته چور ڪٿي آهي.
سپاهي: ڇگو، پيلا پنهنجا نالا ٻڌايو؟

فقير ١: جناب، منهنجو نالو ڏنڊي شاه آهي.
فقير ٢: حضور بندي جو نالو ڪونڊي شاه آهي.
ٽمبڪٽو: بنده پرور هن غلام جو نالو سيد سوٽي شاه آهي.
سپاهي: ڇگو پلا ٻڌايو ته اوهان انڌا ڪڏهن کان ٿيا آهيو؟
ڏنڊي شاه: حضور، آءٌ مادر زاد انڌو آهيان.
ٽمبڪٽو: ۽ حضور هي پدر زاد انڌو آهي.
ڪونڊي شاه: نه نه، سائين آءٌ اصل اڳئين جنم کان انڌو آهيان؟
سپاهي (ٽمبڪٽو سان): ۽ تون ڪڏهن کان انڌو ٿيو آهين.
ٽمبڪٽو: جناب، ڪوئي ڏيڍ ڪلاڪ کن ٿيو (اکيون کولي). آءٌ ته يار مسخري ٿو ڪيان، مون هنن ڪمبختن جو سارو تماشو ڏٺو آهي. چوري بوري ڪجھ، به نه آهي، هي خواه مخواه فتور آهي. هنن کي حوالات ۾ وٺي وڃڻ ضرور آهي.
سپاهي: بيشڪ هي سچ ٿو چوي، سڀ هنن انڌن جو من گهڙت فتور آهي، ولي وڃو هنن کي ٻهري هيٺ رکو.
(سپاهي ايگزٽ)
ٽمبڪٽو: جڏهن هو ڪمبخت ڪري پيو ايڪ، دو، تين،
تهسڻ ٽمبڪٽو جي هيٺان نڪري ٿي وئي زمين.
خير، خدا مالڪ آهي، هيئنئر ته مال مفت، دل بي‌رحم— ڪوئي بي ايمانيءَ جو ڪم مون ٿوروئي ڪيو. ادو مئو،

ادي چائي، اسان اوتري جا اوترا. ڏھ ويھ رپيا ويا، مولا هزار ڏنا. هينئر وچي ڪا ولائتي وارنيش لڳل ليڊي تلاش ڪجي، هيءَ بہ ايڪ دو تين جي برڪت آهي– خدا حافظ!

(ايگزٽ)

## پردو چوڏون

### قبرستان

(انٽر ممتاز)

**زباني**

ممتاز: زندہ درگور همين ڪر گئي مرني والے،
ڪيسي خاموش هو دنيا سے گذرنے والے.

هاءِ، هي انڌيري رات! هي خوفناڪ سين، نہ ڪوئي مونس نہ غمخوار آهي، دشت غربت ۾ تنهائي، گلي جو هار آهي.

جي يار نہ آ ساقي، پيمانو آ تہ ڇا،
معمور شرابين سان مئي خانو آ تہ ڇا!

هيءَ اها قبر آهي، جنهن ۾ منهنجي پياري مهلقا جو نازڪ بدن دفنيل آهي، هي آهي پٿر آهن، جن ۾ منهنجي معشوقہ جو مقدس روح ڇپيل آهي.

هاءِ محبت، محبت تون اها ناشگفتہ مکڙي آهين، جنهن جي آرزو ۾ هزارين بلبلين جا سر صياد جي ڪم آيا. هاءِ مهلقا! مهلقا، تون هينئر ڪٿ هوندينءَ، جنت

جي ڪنهن محل ۾ آرامي هوندينءَ!
صبا ڇڏجانءِ جي منهنجي ملين وچڙيل وري دل سان،
تہ تنهنجي آرزوءَ ۾ زندگي ڪاٽيان ڏو مشڪل سان!
**ڳاڻو**- ممتاز:

*ڏو چوي اڄ آسمان، هي سڀ زمان ڪجهہ ڀي نہ آ،
تلف گردش ۾ ڪيان سارو جهان، ڪجهہ ڀي نہ آ.
جنهن جڳهہ هو جنم جو جلسو، ۽ محل نوشيروان.
چند قبرن ڪان سوا، اُت ٻيو نشان ڪجهہ ڀي نہ آ.
ڏي ڏڪيا جن جي نقارن سان زمين و آسمان،
چپ پيا هن قبر ۾ اڄ، هون ۽ هان، ڪجهہ ڀي نہ آ.
جن جي محلن ۾ هزارين رنگ جا فانوس ها،
قبر ڪاري ۾ پيا هن، چون ۽ چان، ڪجهہ ڀي نہ آ.
جن جي سر تي تاج شاهي، ها ڪڏهن سايہ فگن،
انت ”آغا“ ٿيا فنا بعد ازان، ڪجهہ ڀي نہ آ.

ممتاز: آ شور فلڪ تي منهنجي هن نوح گريءَ جو،
هن سنگدل تي اثر ناهي، سوز جگريءَ جو؛
هي حال آ يارو ڏسو هن بيخبريءَ جو،
والله، هي هنگامو آهي بي صبريءَ جو،
اي نالهٔ دل، وقت ناهي بي اثريءَ جو.
هاءِ سخت صدمو آ فراقِ يار جو،
آ خدا حافظ دلِ بيمار جو؛
ٻيا سڀئي ارمان پورا ٿيا مگر،
آرزو آ يار جي ديدار جو.

* طرز: ”ڪهہ رها هي آسمان“

(قبر مان روح ظاهر ٿيڻ)

روح: هاءِ پيارا ممتاز، هي ڇا حال آهي، ڪهڙو ملال آهي؟ مرڻ وارن جي غم ۾ روئڻ، انهن جي ماتم ۾ جان کوئڻ، هي خيال خيام آهي؛ هن آه و زاريءَ ۽ اشڪباريءَ کان مسافرانِ عدم موٽي ڪين ٿا اچن، ان ڪري انسان کي لازم آهي ته، حق جي رضا تي راضي رهي، ۽ صبر اختيار ڪري!

ممتاز: الله، هي ته مهلقا جو آواز! عجب سربسته راز آهي! يا خدا، مون کي بچاءِ، اي خيالي تصوير مون کي نه ڏڪاءِ!

روح: افسوس، اهڙي بي وفائي! هينئر منهنجي آواز کان به خوف معلوم ٿئي ٿو — ذرا مٿي خيال ڪر.

ممتاز (مٿي ڏسڻ): ڪير، مهلقا! هاءِ، آف!

روح: روح جنت مان هليو هڪ آه ساعت واسطي،
آئي هان هت تنهنجي صورت جي زيارت واسطي!

ممتاز: بعد مُردن پيي خيال: رخِ قاتل آ آهو،
جنهن کان مون اکڙيون چرايون ٿي مقابل، آ آهو.

اي منهنجي معشوقه جا مقدس روح، تنهنجن هنن ڳالهين کان منهنجي طبيعت گهٻرائي ٿي — هن عاشق ناشاد کي پنهنجي آغوش ۾ جاءِ ڏي.

روح: پيارا ممتاز صبر کان ڪم وٺ، جو تقدير ۾ لکيل هو، آن جو ٿيڻ ضرور هو. هينئر تون صبر جو پٿر دل تي رک، خدا کي ائين منظور هو — صبر، صبر، اي عاشق صادق صبر!

ممتاز: صبر ڪيان مگر ڪهڙيءَ اُميد تي؟ ڪائي

آميد بر نٿي اچي؛ ڪائي صورت نظر نٿي اچي.

جيءَ جائي اس دواسي، جس دم ۾ دم نهين،
بوسہ تيرا، علاجِ مسيحا سي ڪم نهين.

روح: چرخ، آف ظلم و ستم جي هاءِ مار يو تير آ،
سر جليو، سينو ڦٽيو، ۽ دل صفا نخچير آ؛
لوح دل تي دست قدرت هيءَ ڪئي تحرير آ؛
خاڪ جو پتلو بڻيو، ۽ خاڪ جي تصوير آ،
خاڪ ۾ ويندو ملي، ۽ خاڪ دامنگير آ.

پيارا تون روئين ٿو! رو، رو، اگر تو کي منهنجي قسمت تي روئڻ اچي ٿو، ته تون منهنجون اکيون وٺ، ۽ صبر ڪر.

ممتاز: منهنجي هستي جيستائين بستيءَ ۾ آهي، پنهنجي عمر جي هرهڪ گهڙي کي تنهنجيءَ ياد ۾ مبارڪ بڻائيندس؛ منهنجو روح جيستائين جسم ۾ آهي، پنهنجن رڳن جي تارن تي تنهنجو گيت ڳائيندس، ۽ جڏهن ظالم خنجر منهنجو گلو چاڪ ڪندو، تڏهن منهنجي خون جون ڦڙائون به تنهنجن قدمن جي طرف وهي، تنهنجي قدم بوسي ڪنديون.

روح: صبر، صبر، اي وفاداريءَ جا روشن منار صبر! اگر ساري عمر جي واسطي نه، ته ٿورڙي عرصي جي لاءِ صبر!

ممتاز: آه، هرگز نه! جنهن عاشق تنهنجي پڳ جي بوند به زمين تي ڪرڻ ڪين ڏني، سو هينئر تنهنجي خون ۾ زمين کي رنگيل ڏسي، صبر ڪري سگهي ٿو؟ نه نه، ڪڏهن نه! تنهنجي هڪ لهو جي قطري جي عيوض آءُ

جهان کي قتل گاه بڻائيندس، تو جهڙي با وفا معشوقہ واسطي روز روشن کي سياه بڻائيندس.

روح: اگر هوا جو جهوٽو برف وانگر ڄمي وڃي، نظام شمسي، ستارن جي رفتار ٿي وڃي، زمين پورب کان پڇم جي طرف هلڻ لڳي، آفتاب ڏينهن جي بدلي رات جو چمڪي، مگر جنهن جو هن دار فانيء مان هيڪر ڪوچ ٿيو، ان جو وري واپس دنيا ۾ اچڻ خدا کي نامنظور ٿيو. ان ڪري هينئر تون بہ غم دور ڪر — صبر پيارا منظور ڪر!

ممتاز: تہ ڇا آءٌ توکان نااميد رهان!

روح: بيشڪ، مون کان نااميد رهہ، ليڪن خدا کان نااميد نہ رهہ.

ممتاز: نہ نہ، منهنجي جان منهنجي دل جا ارمان، ائين نہ فرماء! مون کي پنهنجي آغوش ۾ سلاء، مون کان منهن نہ موڙ، منهنجي شيشہء دل کي سنگِ مفارقت سان نہ موڙ.

روح: پيارا، تون ائين سمجهہ تہ مهلقا منهنجي مٿان صدقي ٿي، نثار ٿي، سندس وفا آشڪار ٿي، گرچہ تيغ تن تي وهي، تہ بہ توکان نہ بيزار ٿئي. بس، هينئر آخري سلام، اي وفا جا پتلا آخري سلام!

نہ پائيندين مرض غم جي دوا، منهنجي بعد،
ياد ايندي توکي، منهنجي وفا، منهنجي بعد.

(ايگزٽ)

(ممتاز جو قبر جي طرف ڊوڙڻ)

ممتاز: يا الاهي، هيءَ منهنجن اکين کي ڪهڙو هيبتناڪ نظارو ڏيکاريئي! افسوس، اي دنيا جي هستي ناپائيدار. تنهنجي رفاقت جو ڪهڙو اعتبار! اي موت، مون کي قيد هستيءَ کان آزاد ڪر، جلد پياري مهلقا جي ڀرسان پهلوءَ ۾ سمهار، منهنجي روح کي شاد ڪر!

اي فرشتو ٻڌو، اي زمين، اي دنيا، اي فلڪ، شهادت جا گواه رهجو! فرض ايمان حق عاشقي مون کان اج ادا ٿيو.

(ممتاز جو تمنچي سان پاڻ مارڻ، عاشق معشوق جي روحن جو ظاهر ٿيڻ، ۽ هوا ۾ اڏامي وڃڻ.)

# پردو پنجون

## مڪان ٺمبڪنو

(ٺمبڪنو جو ڇڪون ڏيندو اچڻ)

ٺمبڪنو: آ، ڇين — آ، ڇين — آ، ڇين. الاهي خير ڪر، هي ڇڪون آهن يا بندوقن جا فائر، يا ترڪن جي لڙائيءَ جون توبون.

صبح جو هن ڪمبخت مموءَ کي ڪکڙ جي آنن واسطي پئسا ڏنا اٿم، مگر هن مهل تائين پتو ندارد. ٻڪ کان ساهه سوتلي جي سڪي وانگر سنهو ٿي ويو آهي، او گرائي جي عيوض ٺٽ جو ٺهڪو ٿو پوي.

(ممو آگرين تي حساب ڪندو ٿو اچي)

ممو: هڪ، ٻه، چار، ست سورنهن، ٻارهن، ويهه، ڏيڍ، اڍائي، ساڍا ٽي، سي ٽيا ساڍا سورنهن.

( گردن کي مروڙڻ )

ٽمبڪنو: ڪيئن ٿي سورنهن جا ٻچا، بيضا آندءِ؟

ممون: جناب، هت بيضا وري ڪتان آيا، هت ته حساب ئي شش پنج ٿي پيو آهي، ڪجهه به سمجهه ۾ نٿو اچي.

ٽمبڪنو: اڙي ڪمبخت، کهڙو وڏو حساب هو جو سمجهه ۾ نٿو اچي! مان جو ايترو وقت لنگهڻ رهيس، سو آيو ويو، بيهه ته تنهنجي اهڙي تهڙي...

ممون: اي جناب عالي، اوهان جي حساب مون کي ذري گهٽ گهنچڪر بڻائي ڇڏيو آهي؛ والله ڪوڙو ئي نٿو اسڪي - ڇڏو پلا اوهان ڪيترن آنن جو آرڊر ڏنو هو؟

ٽمبڪنو: چار.

ممون (علحده): تنهنجو نڪري آچار.

ٽمبڪنو (ٿڦڙ هڻڻ): هينئن، تنهنجي مامي مري!

ممون: پلا ٻڌايو ته درجن ۾ ڪيترا بيضا ٿيا؟

ٽمبڪنو: گهٽ ۾ گهٽ ويهه.

ممون: واه، هي ڪهڙي ڪاليج مان حساب سکي آيا آهيو! انهيءَ حساب سان ته واڻيان چڻن جي ستيا ناس ڪندا آهن. حضور، درجن ويهن جو ڪين ٿيندو آهي.

ٽمبڪنو: تڏهن ڪيترين جو!

ممون: جناب، درجن ۾ ١٢ بيضا ٿيندا آهن.

ٽمبڪٽو: هان هان، ڳالهه ساڳي آهي، تنهنجو ڪنٽري درجن جو حساب هو، منهنجو ولائتي درجن جو — چڱو، ڀلا ٻارهن ئي سهي!

ممون: چڱو. ٻڌو، درجن جا ٻارهن، ۽ پيسي جا مليا اٺارهن؛ اٺارهن کي ٻارهن ۾ وجهو، ۽ ٻارهن مان ڪڍو، ته ڪيترا ٿيا؟

ٽمبڪٽو: اڙي آلو، گهنچڪر، هي ڪهڙي بڪوات لاتي اٿئي. سڌو ٿي، آڌئي جو حساب ڏي.

ممون: آڌيءَ سارو حساب ته مون اوهان جي روبرو فيصل ڪري ڇڏيو.

(ٽمبڪٽوجومارڻ،۽ مموءَ جوٽمبڪٽي کي ڪيرائي ڀڄي وڃڻ.)

(اندر دلال)

دلال: جناب تسليمات عرض!

ٽمبڪٽو: آداب عرض.

دلال: جناب اوهان جو نام مبارڪ؟

ٽمبڪٽو: اولڊ فيشن جو نالو ٻڌايانءِ، يا نيوفيشن جو.

دلال: ڇا، نالا به پراڻي ۽ نئين فيشن جا ٿيندا آهن ڇا!

ٽمبڪٽو: هان هان، فيشن — فيشن، سوٽ فيشن، بوٽ فيشن، ڪاڊو فيشن، گاڊو فيشن، ليڊي فيشن، ليمڊو فيشن- مطلب جتي ڏس اُتي فيشن ئي فيشن. اڄڪلهه حسينن جو ناز نخرو به نئين فيشن جو ٿي پيو آهي.

دلال: ڀلا نئين فيشن جو نالو اوڳاريو.

ٽمبڪٽو: مسٽر ٽمبڪٽو مِن آف ناسپاٽي اسڪائش ۽ اوهان ڪهڙي جهنگل جي بلا آهيو؟

دلال: ڇا اوهان مـون جهڙي مشهور معروف ماڻهوءَ کي ڪين ٿا سڃاڻو! منهنجو والد ته وڏي شان مان وارو آدمي هو — اوهان ڪونه ڏٺو هو؟

ٺمبڪڻو: ڇو نه، گهڻا دفعا، هر روز هـو اسان جي محلي ۾ مڇي وڪڻڻ ايندو هو.

دلال: اڙي چپ ره، آهو ڪو ٻيو آلو هوندو.

ٺمبڪڻو: آلو هجي يا گڏهه، شڪل ته تنهنجي پيءُ جهڙي هيس.

دلال: خير، انهيءَ ذڪر کي دفع ڪيو. خبر ڏيو ته اوهان شاديءَ جي لاءِ "آفتاب سنڌ" اخبار ۾ ڪو اشتهار ڏنو هو؟

ٺمبڪڻو: جي هان، اڄڪلهه ميارِي جي ڏينهن ۾ مون کي زال جي سخت ضرورت آهي.

دلال: چڱو ته ٻڌو، منهنجي آفيس ۾ جيترين عورتن جي لسٽ موجود آهي، آهي پيش ڪيان ٿو: فلاڻي شهر جي پرڻي مڙس ڪـي ست ڏيئرون آهن، مگر وڏو آدمي آهي ڏئي يا نه، آءٌ نٿو چئي سگهان.

ٺمبڪڻو: اڙي ديوانا، ڏيندو ڇو نه. ذات ۽ اشرافت اڳلي زماني ۾ ڏسندا هئا، اڄڪلهه ته فقط پيسي کي ڏسن ٿا. جتي آهن پيسا چار، اتي ڪمينا تين ٿا ڌيئون ڏيڻ لاءِ تيار.

دلال: مگر انهيءَ پرڻي مڙس جون چار ڌيئرون ته صفا چٽ انڌيون آهن: هڪ ٽنڊي آهي، هڪ گنجي آهي ۽

جيڪا سڀ ڪان ڏنڊي آهي، اها سو اوهان جي لائق آهي، ليڪن ڪٻي اک سو ذرا چلهہ آٿس — انهيءَ ۾ ڪهڙو هرج آهي!

ٽمبڪٽو: اڙي تو مون کي ڪوڪاٽو ڪوجهو سمجهيو آهي ڇا، جو ڪاٺي زال تو پرڏائين!

دلال: چڱو، تڏهن ماشاالله، مامي جي مالي هو پيٽيو يو ڏنو اٿئي؟

ٽمبڪٽو: هائوهائو، پٽس اسان جي گهوڙن جو سئيس هو.

دلال: ان جي همشيره حسين ۽ نهايت نيڪ عورت آهي. مزو تہ اهو آهي جو هڪ گلاب جي گل جهڙو ٻچو بہ ساڻ اٿس.

ٽمبڪٽو: اڙي تون تہ ڪو ترڊ ڪلاس احمق ٿو ڏسجين. اسان جهڙن شريفن ۽ جنٽلمين کي ميڪنڊ هئنڊ (واپرايل) مال ٿو وٺي ڏين. شينهن بہ ڪڏهن لونبڙين جي اوبر کاڌي آهي؟

دلال: تڏهن ڀلا اوهان کي ڪهڙي قسم جي زال جي تلاش آهي؟

ٽمبڪٽو: ڏس يار، نيڪ هجي، شريف هجي، حسين هجي، هوشيار هجي، وفادار هجي، چنچل هجي، بلڪ فيشن ايبل هجي.

دلال: اهڙي تہ هڪڙي هاٿي در جي نزديڪ، هڪ ضعيف ٻڍي، سٺ ورهين جي ڪنواري ڇوڪري رهندي آهي.

ٽمبڪٽو: اڙي مون کي زال جي ضرورت آهي يا ماءُ جي!

دلال: هي به نه، هو به نه، تڏهن اوهان کي زال ملڻ مشڪل آهي.

ٽمبڪٽو: اڙي ملندي ڇو نه، هي ته اسان جي مهرباني آهي جو اسان زالن جي تلاش ڏا ڪيون، نه ته هن مهانگي زماني ۾ مرد ملن ڪٿي ٿا.

دلال: ڀلا عمر جي ڪيتري هجي؟

ٽمبڪٽو: بس ١٦ ورهين جي ڪافي آهي.

دلال: اگر سورهن ورهين جي نه هجي، ته آٺن آٺن ورهين جون ٻه هجن؟

ٽمبڪٽو: ڇا آءٌ انهن کي ڏيئر ڪري پاليندس ڇا - ٻن جوئن جو ور، ٽنهن جو قبر ۾ گهر. مهربان مون کي ڏاڙهي پنائٺي ڪين آهي.

دلال: ڇڱو ٻيون کهڙيون کهڙيون خوبيون هجنس؟

ٽمبڪٽو: ٻڌ، نه اهڙي بدصورت هجي جو ڏسڻ سان آلٽي اچي؛ نه اهڙي خوبصورت هجي جو سارو شهر منهنجي گهر زيارت واسطي اچي؛ نه اهڙي ڏٻري هجي جو زور ڏيڻ سان ساهه ڪري وڃيس، نه اهڙي موٽي مشٽنڊي هجي جو ريل جي ڦاٽڪ ۾ به نه سمائجي: يا چار چار ڪٽولا هر روز پچي؛ نه ايتري ڇوٽي هجي، جو جوءِ جي بدران ڌيءَ نظر پئي اچي؛ نه ايتري ڏکهي هجي جو جمي وڻڻ وقت ڏاڪڻ جي ضرورت ٿئي، نه اهڙي ڪنجوس هجي جو سالن جا سال ٻار نه ڏئي ؛ نه اهڙي فياض هجي جو هر سال درجن ٻچن جو ڏيئي گهر گونهه ڪري ڇڏي؛ نه اهڙي تندرست هجي جو ڏينهن ۾ ڏهه دفعا ڪاٺي مون کي ڏيوالو ڪڍائي، نه

اهڙي بيمار هجي، جو ڊاڪٽرن جا ٻل پرائي پرائي، منهنجي ستياناس ڪرائي. مطلب ته ٽورڙيون ٽورڙيون سڀ خوبيون منجهس هجن.

دلال: ٺيڪ، اهڙي هڪڙي عورت مون کي سجهي ٿي. سڀاڻي شام جو مون سان لڪيدر تي ملجانءِ، ته اتي آن سان ملاقات ڪرائيندوسانءِ.

ٽمبڪٽو: ڏسجانءِ، مال عمدو هجي. آءٌ توکي ڪميشن به ڊبل ڏيندس؛ متان نئين ٽم ٽم سمجهي، پراڻو چڪڙو نه گهلي اچين.

دلال: فڪر نه ڪيو، اوهان سڀاڻي ڏيڍ پاءُ روغن پر، پاءُ ڊامر ملائي، خوب پنهنجي منهن مبارڪ کي پالش مالش ڪري، لڪيدر تي اچي، ٻليءَ واري 'مياءُ' ڪجو.

ٽمبڪٽو: مگر ذرا سستو، ۽ سٺو ڪم ڪجانءِ.

دلال: چڱو سلام!

(دلال ايگزٽ)

ٽمبڪٽو: سلام، واه واه! ٻن چئن ڏينهن پر هڪ فيشن ايبل ولائتي ليڊيءَ جو خاوند سڏائيندس. هينئر ته سنگل کان ڊبل تي پياسون.

خدا حافظ (ايگزٽ)

# پردو ڇھون

## ڪورٽ

(چپراسي جو ميزون صاف ڪرڻ، ۽ گهڙيال جو آواز ڪرڻ.)

(انٽر، منشي وغيره)

(انٽر جج جو گهنٽي وڄائڻ، ۽ پٽيوالي جو حاضر ٿيڻ.)

جج: جميل ۽ شمشاد حاضر ڪيو!

پٽيوالو: جميل پٽ پيءُ جو حاضر ٿئي!

شمشاد پٽ نامعلوم حاضر ٿئي!

(انٽر شمشاد ۽ جميل)

(منشيءَ جو ڪيس پڙهڻ)

جميل پنهنجي ڀيڻ جي خون جو اقراري آهي، جنهن مان شمشاد به مددگاري آهي. شمشاد پڪاري آهي ته جميل مٿس تلوار کڻي کيس خون ڪرڻ لاءِ هلان ڪئي، ليڪن هيٺين ماڻهن جي بروقت پهچڻ ڪري سندس حياتي بچي ويئي.

جج: انهن شاهدن جا نالا اظهار ڪر؟

منشي: هندو آچار راءِ، پٽ پاپڙداس.

پٽيوالو: هندو آچارراءِ پٽ پاپڙداس حاضر ٿئي!

(انٽر هندو)

جج (اشارو ڪري): تون هن کي سڃاڻين ٿو؟

هندو: مالڪ، هنن کي به ڄاڻان ٿو. امان مان ڪنڊو

رکندو هو، اچا هجار کن رپين اسان جو قرج اٿن، کوبلا ڏين ئي نٿا.

جج: توکي جيڪا شمشاد ۽ جميل جي جهيڙي بابت مڌ آهي، سا صاف صاف بيان ڪر، سچي ڳالهه ڪورٽ جي اڳيان عيان ڪر.

هندو: ٺيڪ ڪانود، اسان جو قرج (قرض) آهي سچي سچي ڳالهه ڪرڻ. حجور اڌ رات جو گهورا ٿي ويئي، ڪنري جو ڏسان ته هن قسيري (اشارو جميل) جي هٿ ۾ ڪنجر آهي. پوءِ ته مالڪ اهڙي لڳدي ڪٽي ڪشيما ڏس، جو جڳهه ئي آها، گروشون - پوءِ ته ڊائي پليس ۽ بيا گهڻا ئي کوبلا قسيرا ليڙ پيا به اچي ويا. اچا به ٿينگوءَ ماءَ جهلي پيئي، نه ته ڪفا ڪون ڪري ڇڏيانس ها.

جج: ٻيو شاهد حاضر ٿئي!

منشي: جهنبيو پٽ ڪپيو!

پٽيوالو: جهنبيو پٽ ڪپئي جو حاضر ٿئي!

(انٽر جهنبيو)

جج: اڙي چئو ته خدا کي حاضر ناظر سمجهان ٿو.

چٽ: اڙي چريا، ناظر خان ته اسان ٻروچن جي سردا جو نالو آهي، باقي حاضر خان ڪٽي خدا جو نالو هوندو انهيءَ مڙس جي اڳي به ملڪن ۾ ريح پڌي اٿم، هرڪو انهيءَ مڙس کان ڊڄي.

جج: پلا هيءَ قرآن مٿي تي ڪٽي ڪلمو پڙهه.

چٽ: اڙي سيٺ، هن ۾ ته خدا سئون ڏيرئي ڪونه

هي ته ٻار ٻه ڪٽي ويچي، باقي ڪلمو منهنجي ٻڌران تون ئي پڙهه توتي اعتبار آهي.

جج: پلا تنهنجي عمر ڪيتري ٿيندي؟

چٽ: سهڻا سائين ٻه چار ورهيه ٿيندي.

جج: يو اسٽوپڊ فول!

چٽ: ادو، ڪاوڙ تو ڪرين ته ٻيا ڪٽي ٻه چار وڌاءِ، ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي.

جج: احمق، الو!

چٽ: پلا جوان ڪٽي سؤ ڪر، ٻه سو ڪر، تنهنجو ئي پيٽ ڳهاٽو.

جج: شمشاد ۽ جميل جي جهيڙي بابت جيڪا تو کي سڌ آهي، سا ڪورٽ جي اڳيان اظهار ڪر، سچي سچي ڳالهه عالم آشڪار ڪر!

چٽ: سرڪار، منهنجون ڏون وڏيون هيون، جيئن سائينءَ جا منشي وڏا آهن؛ منهنجو ڪتو ائين وڏو هو، جيئن سائين وڏو آهي. مان سائين جن جي ڀاڄائي (يعني پنهنجي زال) سان ستو پيو هوس، اڌ رات ٿي ته خون خون جو آواز آيو. مون ڪي سائينءَ جي ڀاڄائيءَ اٿاريو، ڇا ڏسان ته هن شخص کي (اشارو جميل طرف)، تلوار هٿ ۾ آهي — هي ڳاڙها پٽڪا جهليو بيٺا اٿس، اهي حال احوال — جيڪي ڏي پنهنجا حال احوال.

جج: اڙي ادب سان بيهه، مٺي نه ڏس!

چٽ: جيڪو سائين کي ڏسي، سو سوئر کي ڏسي.

جج: چپ رهه، ڊيم فول پاڳل، (منشي سان)، بس پيا

ٻيو ٻہ ڪو شاهد آهي.

منشي: حضور انور، باقي هڪڙو آهي – ٽپوس خان، پٽ خڙوس خان.

پٽيوالو: ٽبوس خان، پٽ خڙوس خان حاضر ٿئي!

جج: اڙي پٺاڻ توکي هن جهيڙي بابت جيڪا خبر آهي، سا بيان ڪر.

پٺاڻ: خو، هم تماري باپ ڪا نوڪر هون، هم نهين بتائيگا.

منشي: نادان، توکي ٻڌائڻو پوندو، نہ تہ توکي بہ مجرم ٺهرايو ويندو.

پٺاڻ: والله باالله مين خو مجرد نهين هون، همڪو ظالم ايڪ درجن عورت هے.

جج: اچا، قسم کائو.

پٺاڻ: قسم ڪوئي برياني پلاءَ هے، يا ڪباب هے. خو، ڪيا بلا هے، ڪدر هے، هم بيشڪ کائيگا، لائو، لائو ديوانا!

جج: ڊيم، پاڳل! پٽيوالا هن ديواني کي ڪورٽ مان ٻاهر ڪڍ.

پٺاڻ: او خو، تماري باپ ڪا گهر هے، هم نهين جائيگا.

(پٽيلوالي جو پٺاڻ کي ڌڪا ڏيئي ڪڍڻ)

جج: مون کي يقين آهي تہ هن وحشيانہ قتل بعد، خود قاتل جي بہ اکين مان آنسو وهي آيا هوندا.

جميل: حضور انور، دنيا جي مٽي خود غرضيءَ ۽ لالچ جي ڀاڻيءَ سان ڳوهي ويئي آهي. جنهنڪري تحقيق –

هن آتش دوزخ ۾ گرفتار آهيان آءٌ،
اڄ سيني سزائن جو سزاوار آهيان آءٌ،
دنياجي ساري پرديتي بدڪار آهيان آءٌ،
دنيا ۽ آخرت ۾، شرمسار آهيان آءٌ.

جج: جنهن صورت ۾ جميل پنهنجي پيءُ جي خون جو پاڻ اقرار ٿو ڪري، ۽ هرهڪ شاهد شمشاد تي جميل جي هلان جو اظهار ٿو ڪري، تنهن صورت ۾ قلم ٣٠٢، انڊين پينل ڪوڊ، موجب ڪيس موت جي سزا ٿي ڏجي.

شمشاد: ۽ مون مظلوم-

جج: مظلوم جي لاءِ مسيحا، تنهنجي لاءِ موت. جيڪڏهن تون جميل کي پيسا ڏيڪاري ڪيس لالچ جي گهر ۾ گرفتار نه ڪرين ها، ۽ سندس مددگار نه رهين ها، ته شايد هن معصوم مهلقا جو خون سندس پاءُ جي تلوار نوشر نه ڪري ها، ۽ نڪي جميل ايترو جوش ڪري ها تنهنڪري قلم ٣٠٢، ١٠٩، انڊين پينل ڪوڊ، هيٺ تنهنجو به سر سياڻي جميل سان گڏ بر سر دار ٿيندو. سرڪار نامدار جو عدل عالم آشڪار ٿيندو!

جج ايگزٽ (پردو لهي ٿو)

# پردو ستون

## مڪان ٽمبڪٽو

(انٽر ٽمبڪٽو)

ٽمبڪٽو: فڪر، فڪر، فڪر، فڪر،- مطلب فڪر. اغيره فڪر- وغيره فڪر- والله فڪر- باالله فڪر- ٻلا فڪر- مطلب فڪر- يعني جيترو فڪر مون کي آهي، اوترو جيڪڏهن ڪوئي شڪار پوري شاهوڪار ڪري ته مفلس ٻئنڪ جو حصيدار بڻجي وڃي؛ اگر ڪوئي ڪنٽري ڊاڪٽر ڪري ته هفتي اندر گدوبندر جو جيل وسائي؛ اگر جناب آغا صاحب ڪري ته سندس هڪ نئون ڪيل تيار ٿي وڃي. مطلب ته هينئر سخت هلاڪ آهيان، ڪائي ٽوٽي ڦوٽي پراڻي سراڻي عورت به نٿي نصيب ٿئي. هن ڪمبخت دلال جو اڄ انجام هو، آهو به هن وقت تائين پڌرو ڪين ٿيو.

(انٽر دلال)

دلال: سلام!

ٽمبڪٽو: سلام، جناب اوهان ته اچا خدا جي فضل سان جئيرا آهيو، اسان ته فاتح به پڙهي ويٺا هئاسون!

دلال: جناب، اوهان هٿ ذرا ترسو ته مان انهيءَ عورت کي ڪوٺي اچان.

ٽمبڪٽو: مگر يار.
دلال: يار!
ٽمبڪٽو: يار!
دلال: يار!
ٽمبڪٽو: يار، وارو ڪج، ڪو چنل چڪڙو گهلي نه اچج.

(دلال ايگزٽ)
(انٽر دلال ۽ نازبيگم)

گاڏو نازبيگم:
* مٺي نوشي ذرا مون سان جاني ڪيو. جاني ڪيو لاثاني ڪيو.
سيج وڇايو، عيش منايو، ذرا رلمل شادياني ڪيو.
آءِ ڪلي لڳا يار پيارا، مٺا "آغا" سان ڪامهرباني ڪيو.

زباني

نازبيگم: پيارا سائين، خوش آمدي!
ٽمبڪٽو: اڙي خدا خدا ڪر عورت، اسان خوشامدي ڪين آهيون، اسان سچي دل سان فدا آهيون.

(گاڏو ٽمبڪٽو)

ٽمبڪٽو: تون آن منهنجي جاني، تون آن منهنجي ناني. تون آن منهنجي امان جان، جان، جان، بي ايمان، بي مڪان، بي ڏيان!
هي پياريون پياريون باتيون، ساريون ساريون راتيون، هڏاءِ تون پياري مون کي جان.

* طرز: "ذرا کهدو نسوريا کو آيا کرو"

زباني

ٽمبڪٽو: يار منهنجي گلي ۾ آواز اڏڪي پيو.

دلال: آواز اڏڪي پيو ته اول چونه جمال گهوٽي جو جلاب ورتئه.

ٽمبڪٽو: پلا پياري، سودي کان اڳ هڪ چمي ته بياني ۾ ڏي.

نازبيگم: نه نه، پيارا نڪارا نڪاح کان پوءِ.

ٽمبڪٽو: بظاهر آ نفرت بباطن آ چاه،

عيان آه آه. و نهان، واه واه!

ٺيڪ ٺيڪ مان آهيان ذوري، تون خاڪيءَ مون سان گلي لڳڻ ۾ توکي ٿيندي هلاڪي. جيڪڏهن پياري تون منهنجي اصلوڪي صورت ڏسندينءَ، ته يقين آهي ته ضرور اندي ٿي پوندينءَ، ڌ. ته به ڪاڏي ضرور ڏيندينءَ.

نازبيگم: چڱو پيارا، منهنجا شرط قبول اٿئي يا نه؟

ٽمبڪٽو: يار.

دلال: يار.

ٽمبڪٽو: يار.

دلال: يار!

ٽمبڪٽو: يار هي ته شايد موچڙن کائڻ واري قيل و قال آهي.

دلال: جناب، محبت جي خاطر ته ماڻهو جتين جا هار پائن ٿا. معشوقن جي هٿان پادر کائڻ، گويا گلن جا هار پائڻ آهن — چئي ڏي منظور.

ٽمبڪٽو: اڙي يار تڪليف ٿيندي.

دلال: چاهي سر جا وار آذاري وڃن، مگر تڪليف مطلق ڪين ٿيندي.

ٺمبڪنو: ڀلا مائي منظور!

ناز: چڱو، تون اوڪڙو ٿي ويهه، مان موڇڙا هڻندي ٿي وڃان ۽ تون تعريف ڪندو وڃ

ٺمبڪنو: مگر پياري، ذرا آهستي آهستي ڪم لاهج. منهنجي سر کي ڪٽيءَ جو ڦر هو يا صدقي جو ٻڪرو نه ڄاڻج.

(نازبيگم جا پادر هڻڻ)

ناز: ايڪ، دو، تين...

ٺمبڪنو: يارب العالمين! مائي اها تنهنجي تين پين آڙدوءَ جي منهنجي سمجهه ۾ نٿي اچي، مهرباني ڪري سنڌيءَ ۾ ڳڻيندي وڃ.

ناز: هڪ، ٻه، ٽي، چار...

ٺمبڪنو: اڙي نڪري تنهنجو آچار (آٽي ٿو).

ناز: آٽ نه، سنيال!

ٺمبڪنو: بس، باقي ڪائيندو منهنجو دلال.

ناز: مئا تو وچ ۾ ڇو ڳالهايو، مان ڀلجي ويس. وري شروع ڪان پادر جهل.

ٺمبڪنو: هل هل، هي هيترا موچڙا جو لڳا، مي ڪنهن جي ڪنڌي؟ مان ته وري ڪين کائيندس، ڪا ٽڪر مفت جي آهي ڇا؟

ناز: نٿو کائين ته مان هلي ٿي وڃان.

ٺمبڪنو: چڱو کاوان ٿو مائي، کاوان ٿو!

ناز: هڪ، ٻه، ٽي، چار، پنج...

ٺمبڪنو: پياري، ياد رکج متان ڀلجي نه وڃين.

ناز: وري وچ ۾ ڇو ڳالهائيءِ- هڪ، ٻه، ٽي، چار، پنج، ڇهه...

ٺمبڪنو: ڙاهڙي عورت ته خدا شل منهنجن دوستن کي به ڏئي. ڏسو ته ٻه چار سال حجامت ڪان ڇڏائي ڇڏيائين- ڪمبخت پاڙ جي سر، ٻيئي بي غيرت آهن.

ناز: ماريا وري تو ڳالهائين.

ٺمبڪنو: جيڪو مون کي ڏسي هسي، خدا ڪري ان تي اهڙي آفت ۾ ڦسي.

سؤ موچڙن کان ڪوئي ڪم عالي نٿو ٿئي،
عزت آهه و خزانو آ، جو خالي نٿو ٿئي.

ناز: هڪ، ٻه، ٽي، چار، پنج...

ڪنيز: ٻاڏو، ٻاڏو! اوهان جو والد صاحب اچي ٿو.

ٺمبڪنو: اڙي هن جو والد صاحب ڪڏ، وڏو احمق. آلوءَ جو پنو آهي. ڪمبخت موچڙن مهل مري ويو هو، جو شاديءَ جي وقت وچ ۾ ڪڏي پيو. هي وري ڪباب ۾ هڏي ڪٿان آئي (دلال سان) جناب هينئر ڇا ڪرڻ گهرجي؟

دلال: هينئر ڪوئي شعر وير ٻڌائي، نازبيگم جي والد جي دل مسرور ڪر، نه ته ٻه ورهيه جيل، ٽن مهينن جي قاسي منظور ڪر، جو پرائي گهر ۾ گهڙيو آهين ٻچا!

ٺمبڪنو: اڙي يار شير ته ڇڏ، مون ته ڪڏهن ٻڪري به نه ٻڌائي آهي.

دلال: ڀلا ڇڱو سڀ شاعرنظم ۾ تعريف ڪندا آهن، تون

نٽڙ ۾ ڪٽي ڪر.

ٽمبڪٽو: مون کي ته اهو به ڪين اچي.

دلال: ڀلا، جيئن مان چوندو وڃان، تيئن تون به چوندو وڃ.

ٽمبڪٽو: چڱو شروع ڪر.

دلال: اي لک چتر جا شاه.

ٽمبڪٽو: اي لت ٽپڙ جا لائق شاه،

دلال: اڙي ٽپڙ نه چتر،

ٽمبڪٽو: اڙي چتر نه ٽپڙ،

دلال: اي جنگين جا سردار!

ٽمبڪٽو: اي ڍنگين جا سردار!

دلال: سلطان خاص و عام،

ٽمبڪٽو: سلطان جا خاص حجام،

دلال: اوهان جي گلي ۾ موتين جا هار!

ٽمبڪٽو: اوهان جي گلي ۾ موچڙن جا هار.

دلال: اڙي موچڙن جا نه، موتين جا،

ٽمبڪٽو: اڙي موتين جا نه موچڙن جا.

دلال: اوهان سڀ جا سرتاج،

ٽمبڪٽو: اوهان سڀ جا محتاج.

دلال: تمام زمانن جا شاه،

ٽمبڪٽو: تمام زنانن جا شاه.

دلال: زنانن جا نه زمانن جا،

ٽمبڪٽو: اڙي بيوقوف، زنانن جا ٺيڪ آهي. چؤ، اڳتي چؤ!

دلال: اڳتي ڇا چوان تنهنجو سر!
ٽمبڪٽو: اڳتي ڇا چوان تنهنجو سر!
دلال: چپ بڪ نہ ڪر
ٽمبڪٽو: چپ بڪ نہ ڪر.
دلال: هان، هي ڇا!
ٽمبڪٽو: ها، هي ڇا.
دلال: پلا تنهنجي ناني مري.
ٽمبڪٽو: پلا تنهنجي ناني مري!
دلال: قصيدو تمام، بابا قصيدو تمام.
ٽمبڪٽو: يار ڪيئن نازبيگم مون کي چاهي ٿي؟
دلال: جناب ناز تہ توکي پنهنجو پيءُ ڪري ڏسي ٿي.
ٽمبڪٽو: تہ دوست مان بہ ڪيس پنهنجي ماءُ کان بہ زياده پيار ٿو ڪيان.
ناز: پيارا سائين هينئر رفوچڪر ٿيو، وري ٻئي دفعي زيارت ڪرائجو، متان منهنجو والد نہ اچي وڃي — ڪٿي قيامت نہ مچي وڃي.
ٽمبڪٽو: تنهنجي پيءُ جي اهڙي تهڙي، نڪاح مون سان وڃهنديئہ يا پيءُ سان — مال منهنجو يا پڻهي جو!
ناز: سيني اندر هجي ها جي منهنجي هزار دل،
هرهڪ ڪيان ها توتان مان پيارا نثار دل!
ٽمبڪٽو: جسم مان آهيان ۽ منهنجي جان آهين تون،
قبلہ، مقصود، دين، ايمان آهين تون.
مان تہ پياري توکي پنهنجي دل جي مندر جي ديوي بڻائيندس، مگر هينئر ڪا نڪاح جي تدبير ٿئي تہ امان

جي ته البت توقير ٿئي.

ناز: واه واه، هي به هڪ نرالو سوال آ — عشق به ڪوئي آنو يا دال آ، تڏهن تون به پيارا ايترو دماغ رکين ٿو.

ٽمبڪٽو: پياري، ڪٿي انڌو به گهر ۾ چراغ رکي ٿو؟ اي نازنين، جيڪي تنهنجي عشق جو دل ۾ دماغ رکن ٿا، سي ڪٿي مڪان ۾ پنهنجو چراغ رکن ٿا.

ٽمبڪٽو — نازبيگم

**گانو**

*تنهنجي جلوي آجاني ڪئي دلڙي ديواني،
ڪيان صدقي مان توتان پياري، ساري جان!
تنهنجو نخرو آ عالي، تنهنجو جوڀن آ بالا،
ذرا نينن سان نينان ملايو، پياري جان!
آءُ آءُ مهربان، ناحق نه ستايو جان،
سگهو شربت وصلت پلايو، پياري جان!
ڪيو پيارا پيار، نظري دل جو بخار،
ٿيان توتان نثار پيارا، واه، واه، واه!
واه، واه، واه! واه، واه، واه!

(اندر دلال ۽ قاضي)

قاضي جو نڪاح پڙهڻ

ڪاٺ جو ڪؤنرو لڪر هي منجي، ڪوهلو گهوٽ ته ڪنوار گنجي — زال جو نالو نحس بيگم، مراد اسٽوپڊ فول

* طرز: "تيري چل بل هي پياري ڪرو باتين نه مجسي"...

ڪيئن مائي نڪاح قبول؟ حق مهر، هزار گوز، دماغ سوز نه ڏئي، ته زال هن جي ماءُ لڳي. ڪيو رپيا پنج ڪلدار، نه ته ڪند وساڻؤ ڪورٽن ۾ خوار. بس، پنجي ويو نڪاح، خدايا شل ٻيئي ائين رهن، جيئن ڀيڻ ۽ ڀاءُ. پڙهو فاتح— اڪروت العلائڪ قيت پڙوڪ الذين — آمين!

(نازبيگم جي پيءُ جو ڀوت جي شڪل ۾ اچڻ)

ڀوت: بس خبردار!

ٽمبڪنو: بچاءِ پروردگار! اڙي بابا، تون ڪير آهين؟

ڀوت: مان رانوڻ راڪاس! تون ڪير آهين؟

ٽمبڪنو: مان بڙم باڪاس.

ڀوت: چپ، تنهنجي ستياناس. ٻڌاءِ، هت ڇا ڪرڻ آيو هوئين؟

ٽمبڪنو: موچڙا کائڻ آيو هوس، ٻيو ڇا ڪرڻ آيو هوس.

ڀوت: تون ته ناز سان شادي ڪرڻ آيو هوئين!

ٽمبڪنو: اڙي يار ڇو ٿو بنان مصالح جوٽ ٻڪين، ناز ته منهنجي ماءُ لڳي، بلڪ هن وقت ڏاڏي ڪوئيس ته به فڪر ڪونهي. اهڙي ڪوڙي روغن سان ته تنهنجو منهن ڪارو ٿيو آهي.

ڀوت: پهلا ست دفعا آت ويهه ڪر، نه ته مان توکي ڪچو کائي ويندس.

ٽمبڪنو: ڪچو کائين يا مصالح سان — حاضر، ڪيان ٿو، هڪ ٻه، ٽي (ترسي ٿو).

ڀوت: اڙي هي ڇا!

ٽمبڪنو: ذرا ساهه، ٽي پٽيم.

ڀوت: ساهه ٽي پنيئي ته وري اول کان شروع ڪر.
ٽمبڪٽو: اڙي، هي به ڪو نازجو سڳوسئوٽ ٿو ڏسجي، چڱو بابا هڪ، ٻه، ٽي، چار (وڃي ٿو).
ڀوت: اڙي ڪيڏانهن ٿو وڃين؟
ٽمبڪٽو: پائخاني ڏانهن ٿو وڃان. ٻيو ڪيڏانهن.
ڀوت: چڱو ڀلا، وٺ هي ڪاغذ اٿئي؛ لک ته ناز منهنجي ماءُ ٿئي.
ٽمبڪٽو: ائين ته مان ڪڏهن نه لکندس.
ڀوت: نه لکندين، ته مان توکي ڪچو کائيندس.
ٽمبڪٽو: اڙي يار ماءُ پنهنجي پٽ جي ٿئي، منهنجي وري ڪيئن ٿيندي.
ڀوت: ڪمبخت نٿو لکين!
ٽمبڪٽو: چڱو بابا، ناز تنهنجي ماءُ ٿئي.
ڀوت: اڙي منهنجي نه، تنهنجي.
ٽمبڪٽو: يار تنهنجي منهنجي ڳالهه مڙئي ساڳئي آهي.
ڀوت: نه نه، جيڪي مان فرمايان سو لک.
ٽمبڪٽو: چڱو لکان ٿو— نازمنهنجي ماءُ لڳي (لکي ٿو).
ڀوت: هينئر انجام ڪر ته وري هت ڪين ايندس.
ٽمبڪٽو: اڙي ٻيڙي ٻڏي هن چنڊال دلال جي، جنهن مون کي هت آندو؛ منهنجي ڏاڏي به وري هت اچڻ کان توبهه ڪئي.
ڀوت: چڱو، ڀلا هليو وڃ.

(ڀوت ايگزٽ)

(ٽمبڪنو وڃي، وري اچي ٿو.)

ناز: منهنجي هن غمڪدي ۾ اوهان جو اچڻ مبارڪ.

ٽمبڪنو: اوهان ڪي پادر هٽڻ مبارڪ، اسان ڪي ڪائڻ مبارڪ.

* گانو ٽمبڪنو:

ٽمبڪنو: وڃڻ اسان جو ياد رکجان!
ناز: پادر اسان جا ياد رکجان!
دلال: دلالي منهنجي ياد رکجان!
ٽمبڪنو: چپ بي سرا،
وڃڻ اسان جو ياد رکجان!

(ايگزٽ)

# پردو اٺون

## ڦاسي

(جلاد ڦاسي تيار ٿو ڪري)

(انٽر ٽمبڪنو)

ٽمبڪنو: ڪلجگ نهين، ڪر جگا هي يهي، اب
دن ڪودي، اور رات لي، دنيا ڪا سودا
نقد هي، اس هات دي، اس هات لي.
شايد اڄ جميل رذيل ۽ شمشاد بدبنياد جي موت جي

* طرح ـ چلا همارا ياد رکنا

سامان جي تياري آهي، هن ڪمبخت جلاد کي به هنن جي انتظاري آهي.

جلاد: اڙي هي ڇا جي بڪ بڪ لاتي اٿي؟

ٺمبڪٺو: هي ڇا جي ٺڪ ٺڪ لاتي اٿي؟

جلاد: توکي خبر نه آهي ته مان ڪير آهيان؟

ٺمبڪٺو: شيطان جو ڏاڏو هامان.

جلاد: او ديوانا، مان هڪ انساني جامي ۾ موت آهيان!

ٺمبڪٺو: امان امان، معاف ڪر ميان، مهربان!

(ٺمبڪٺو جو ڏڪڻ)

(اندر فوجدار)

فوجدار: ميان منگرمان هٺو.

ٺمبڪٺو: آو، هو، مان ته نٺو هٽان.

فوجدار: ٺمبڪٺو ٻڌين ٿو.

ٺمبڪٺو: مان ٻڌان ٿو، پر مسٽر ٺمبڪٺو نٿو ٻڌي.

فوجدار: ته ڀلا ڪٽو رهه.

ٺمبڪٺو: تون به اڙهيو رهه.

(اندر جميل ۽ شمشاد گرفتار ٿيل)

شمشاد: دورنگي زماني جي مشهور آ،
ڪٿي آهه ماري، ڪٿي نور آ،

جميل: دنيا آ دورنگي، مڪاري سراءِ،
ڪٿي خير خوبي، ڪٿي هاءِ هاءِ!

افسوس، هو آزادي جي راحت، ۽ هي قيد جي مصيبت هو مختياري جو عالم، ۽ هي محتاجي جو ماتم، هو عيش

خوشي جي بهار، اڄ هن حال تي ڦٽڪار، يقين هو ته قيامت ۾ خطا جي جزا ملي ٿي، پر نه نه، هن دنيا ۾ به بدڪاريءَ جي سزا ملي ٿي.

شمشاد: يا خدا ڪو تو بنا فرياد رس ڏسان،

افسوس منهنجي حال تي، ڪنهن کي ترس نه.

ٽمبڪٽو: اڄ بدشعار ستم ڪيش، اهل ڪين نڪتا،

پليا ها گود ۾، پر مار آستين نڪتا.

جناب هي انقلاب زماني جو دستور آهي، بهار جي بعد خزان جو اچڻ ضرور آهي.

شمشاد: جوٽ ٻڪين ٿو سربسر.

ٽمبڪٽو: في النار و سقر— هلو هلو سنگل ڏائون آهي. لائين ڪلير وئو.

جلاد: اي بدنصيب خوني، اوهان جي زندگيءَ جو پيمانو لبريز ٿي چڪو، يعني سرڪار نامدار مان قاسي جو حڪم ملي چڪو. هينئر بيو چار ڪونهي، اوهان کي بچائڻ وارو ڪونهي. جيڪڏهن پنهنجن ڪيلن گناهن جي معافي پنڻ جو خيال ڪيو، ته درگاهه رب ۾ سر نمائي، عجز سان سوال ڪيو.

(شمشاد گوڏن تي ويهي گانو ڳائي ٿو)

* **گانو** شمشاد:

شمشاد: ڪنيم بوج سر تي گناهن جو باري — الاهي توبهه، الاهي توبهه!

وڃايو جو مون وقت پاپن ۾ سارو،

خطا جي سزا اڄ ملي ٿي هي يارو،

---

* سر ٽوڙي، "طرز: ڪٽي گناهون ۾ ساري عمر".

عذابِ قيامت دنيا ۾ خواري— الاهي توبه، الاهي توبه!
آ شيطان بڻ پير مون کي ڀلايو،
رکي نفس بد ماڻ يـاري اجايو،
هي لعنت ملامت کنيم سرتي ساري— الاهي توبه، الاهي توبه!
جڏهن پيش "آغا" مان مولا جي ٿيندس،
روئي نياز سان پنهنجي خالق کي چوندس:
مان عاجز گهنگار، ڪرتون ستاري— الاهي توبه، الاهي توبه!

## زباڏي

شمشاد: ياالرحم الراحمين، پناه! امان! بخشش، بخشش!
هي طلسمي امتحان عجب غفلت ۽ عبرت سان معمور آهي، جنهن ظلم جي ڪوچي ۾ قدم رکيو، تنهن جلد ذلت جو مزو چکيو.
فرعون ظلم جو خنجر هلايو، روز الست جو اقرار ڀلايو.
هاءِ، مان عاصي گنهگار، حشر ۾ مولا کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس!

جميل: يا خدا نازل بـلائـي آسماني ٿي وئي،
هرگلي ڪوچي اندر، منهنجي ڪهاني ٿي وئي؛
ڪجهه نه سامان آخرت جو تو ڪيو بخت سياه،
غم کان جان ناتوان، افسوس فاني ٿي وئي!

(ڦاسي تي چڙهڻ)

ٽمبڪٽو: آهه عجب مون کي ته بارو هن بني انسان تي،
فعل بد پنهنجا ڪري، لعنت ڪري شيطان تي.



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڪوٽ ڪبڙو، تعلقو رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلو نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

قدرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) ۱۹۹٥ ع
ساڻر سهس ڪجن (شاعري) 2021 ع
بره منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع
صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 - 3919786
0300 - 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورهه سنڌي ادب





## صاحب خان ”سورهه“ ميراڻي


Cell No: 0344 3919786
0300 3404488